# اسلام جو تاريخي ڪردار

انسانيت کي گڏيل شعور سان جيئڻ،
قانون جي حڪمراني ۽ فطرت جي
رازن کي کولڻ لاءِ اسلام جي
ادا ڪيل تاريخي ڪردار بابت
برصغير جي عظيم انقلابيءَ جي
پيش ڪيل تحقيق


ايم اين راءِ

امان الله شيخ ايڊووڪيٽ



Sindhica
سنڌيڪا

# اسلام جو تواريخي ڪردار



## ايم اين راءِ (1887_1954ع)

مشهور فلسفي، انقلابي، سياسي مفڪر ۽ ليکڪ ايم اين راءِ 22 فيبروري 1887ع تي بنگال جي هڪ ڳوٺ اربيليا (ARBELIA) ۾ هڪ برهمڻ خاندان ۾ ڄائو ۽ 25 جنوري 1954ع تي ديره دُون (DEHRA DUN) ۾ وفات ڪيائين ۽ اُتي ئي دفن ٿيو.

1906ع ۾ ميٽرڪ ڪرڻ کان پوءِ هن بنگال ٽيڪنيڪل انسٽيٽيوٽ جداوه پور (JADAVPUR) ۾ داخلا ورتي پر بنگالي انقلابين سان لهه وچڙ ۾ اچڻ ڪري تعليم مڪمل نہ ڪري سگهيو. سندس پنهنجي دور جي مشهور انقلابين جَتِيندرَ ناٿ مُکرجي (JATINDRA NATH MUKHERJI) ۽ جادو گوپال مکرجيءَ (JADU GOPAL MUKHERJI) سان انقلابي ناتا هئا.

1915ع ۾ ايم اين راءِ انڊيا مان، ريورنڊ سي مارٽن (REVEREND C. MARTIN) جي فرضي نالي سان فرار ٿي بٽاويا (BATAVIA) پهتو، جتان هو جاپان پهتو ۽ چيني مدبر ڊاڪٽر سن يات سين (DR. SUN-YAT-SEN) ۽ شِري راس بهاري گهوش (RASHBEHARI GHOSH) سان مليو جيڪو انهن ڏينهن ۾ ٽوڪيو، جاپان ۾ جلاوطنيءَ جي زندگي گذاري رهيو هو.

انهيءَ دور ۾ ايم اين راءِ لالا لجپت راءِ سان بہ مليو جنهن سندس مالي مدد ڪئي. سان فرانسسڪو مان گرفتاريءَ کان بچڻ لاءِ هو ايم اين راءِ جي فرضي نالي سان فرار ٿي ميڪسيڪو پهتو جتي پهريون دفعو سندس ملاقات لينن جي ويجهي ساٿي ۽ روسي انقلابي ميخائيل بورودن (MICHAEL BORODI) سان ٿي جنهن کيس مارڪسزم کان واقف ڪرايو.

1919ع ۾ ايم اين راءِ اسپين ۽ جرمنيءَ کان ٿيندو روس پهتو ۽ لينن سان مليو جنهن کيس ڪميونسٽ انٽرنيشنل ڪامينٽرن (COMINTERN) جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو.

1926ع ۾ کيس چائنا موڪليو ويو جتي ميخائل بورودن ۽ ٻين چيني انقلابين سان، انقلابي حڪمتِ عملي ۽ لائحہ عمل بابت ايم اين راءِ جا اختلاف پيدا ٿيا جنهن جو ايم اين راءِ پنهنجي ڪتاب REVOLUTION AND COUNTER-REVOLUTION IN CHINA(1946) ۾ تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي.

1929ع ۾ اين اي راءِ جا اسٽالن سان پارٽي پاليسينتي اختلاف چوٽ چڙهي ويا، جنهن کيس مارائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ 1930ع ۾ ٽيهر هڪ فرضي نالي ڊاڪٽر محمود جي نالي سان راءِ انڊيا پهتو ۽ ڪانگريسي ليڊرن جواهر لعل نهرو ۽ ٻين سان مليو. 1931ع ۾ کيس بمبئيءَ ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ 1936ع ۾ آزاد ٿيو.

راءِ 65 پنجهٺ کن ڪتاب ۽ 40 چاليهہ کن پمقليٽ لکيا جيڪي گهڻي ڀاڱي سياسي، تاريخي، سماجي ۽ فلسفيانہ آهن.

**سڪندر علي چنا**

(ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻو)

# اسلام جو تواريخي ڪردار

اسلام جي اپار انسانيت ڪي ڇا ڏنو ؟ انساني قافلي ڪي اڳتي وڌڻ ۾ مدد ڏني هلڻ لاءِ
اسلام جي تاريخي، تمدني، اخلاقي ۽ فڪري خصوصيتن جي اپٽار،
هڪ ڪميونسٽ ڏاهي جو دانشوراڻو اڀياس


ليکڪ

**ايم -اين- راءِ**

سنڌيڪار

**امان الله شيخ ايڊوڪيٽ**



Sindhica
سنڌيڪا




ڪتاب نمبر
**277**



پهريون ڇاپو: 2010ع
ڪتاب جو نالو: اسلام جو تواريخي ڪردار
ليکڪ: ايم. اين. راءِ
سنڌيڪار: امان الله شيخ ايڊوڪيٽ
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي
قيمت: =/60 رپيا

**"ISLAM JO TAWAREEKHI KIRDAR"**
(Historical Role of Islam)
By: M. N. Roy
Translated by: Amanullah Shaikh Advocate
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone:021-32737290
www.sindhica.org
Email:sindhica_academy@yahoo.com

استاڪسٽ

سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 071-5628368،
سنڌيڪا بوڪ شاب، جتوئي منزل حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 03013594679 ـ
سنڌيڪا بوڪ شاپ، روم نمبر1، مهراڻ هوٽل، اسٽيشن روڊ، لاڙڪاڻو فون: 03468960942
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521 ، 0300-3431115
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، سکر- ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، چنيهاٽي ڪنڊيارو، قاسميه لائبريري ڪنڊيارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبربوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين-جنيد بوڪ اسٽور ۽ رشيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ دادو -حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - سعيد بوڪ اسٽور، گل ڪتاب گهر لڪي در شڪارپور- المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڌڪوٽ- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- ڪنول ڪتاب گهر، مورو- حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ٿر ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، جنيد بوڪ اسٽور، دادو، مهراڻ ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو،

لکپڙهه ۽ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B_24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ
74400ڪراچي

# سنڌ

# مهاڳ

ايم اين راءِ (منابندرا ناٿ راءِ، آمريڪا جي اسٽئنفورڊ يونيورسٽيءَ جي ڪئمپس تي روپوشيءَ ۾ رهندي، جون 1916ع ۾ پاڻ ڏانهن سندس منسوب ڪيل انقلابي نالو جيڪو ئي پوءِ آخر تائين هن جو نالو رهيو.) هندستان جو، دنيا جو هڪ بي مثل مفڪر ۽ انقلابي اڳواڻ ٿي گذريو آهي.

هو بنگال جي ٻهراڙيءَ جي هڪ مندر جي پورهيت جو پٽ هو. سندس اصل نالو نريندر ناٿ ڀٽ آچاريہ هو. سندس پيءُ ڪلڪتي جي ويجهو هڪ اسڪول ۾ سنسڪرت جو استاد هو. جنهن کان هن سنسڪرت جا سبق ورتا ۽ عام اسڪولي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ نيشنل ڪاليج ڪلڪتي ۾ داخل ٿيو. هن جي تعليم ان مرحلي کان اڳتي ڪا نہ وڌي سگهي.

ڪانئس عمر ۾ ڪجهہ وڏي، سندس انهن ڏينهن جي هڪ انقلابي ساٿيءَ (اي ڪي هنديءَ پنهنجي ڪتاب ( M.N: Roy, the Man who Looked Ahead) "هڪ شخص- جنهن اڳتي ڏٺو ٿي،" ۾ هن جي ننڍيءَ عمر جي اجهل قومي جذبي جو ذڪر ڪندي لکيو آهي: "نريندر- بنهہ هڪ ڇوڪرو، مشڪل سان چوڏهن ورهين جو، پرچست ۽ سگهارو، انقلابي امنگ سان ٽمٽار- هڪ ننڍيءَ ڪوٺيءَ ۾ تکو تکو اسان وٽ لنگهي آيو، جتي اسين بنگال ۽ ملڪ جي ٻين حصن جي مسئلن تي پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئاسين. اچڻ سان هن اسان سان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ پوءِ دشمن جي چنبي مان ملڪ کي آزاد ڪرڻ لاءِ هن پنهنجون

ڪل وقتي خدمتون اسان کي آڇيون. هن قسم ڪٽي چيو ته ”جو ناممڪن هوندو، ان جي به ڪرڻ لاءِ آءٌ تيار هوندس.“ چو ته ”هڪ انقلابي لاءِ ڪجهه به ناممڪن نه هو“! پوءِ ٿورن ئي ڏينهن ۾ هو اسان سان اچي شامل ٿيو ۽ تحريڪ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيائين ۽ هن اسان وٽ پاڻ کي اهڙين خوبين ۽ صلاحيتن جو مالڪ ثابت ڪيو، جيڪي وڏن اڳواڻن ۾ هونديون آهن. (هيءُ ۽ ٻيا حوالا وي. بي ڪارنڪ جي ڪتاب "M.N Roy Political Biography" تان ورتل آهن.)

ايم اين راءِ ڇاهٺ ورهيه حياتيءَ جا (فيبروري 1887ع_ جنوري 1954) ماڻيا، جن مان 16 ورهيه (آگسٽ 1915ع کان وٺي) هو وطن کان ٻاهر رهيو. ڪل وقتي طور عالمي انقلابي تحريڪن سان ڳنڍيل، پر هڪ ئي مقصد لاءِ ته هندستان آزاد ٿئي ۽ اُن جي صدين جي جمود ۾ هلچل ۽ انقلاب اچي، ۽ اُن جا ماڻهو پنهنجي وطن ۾ اُٿي بيهي، سڏا ٿين، ڪنڌ اوچا ڪري هلن ۽ پنهنجي حال جا ۽ پنهنجي مستقبل جا معمار ۽ مالڪ بڻجن.

ڊسمبر 1930ع ۾، لڪي لڪي، هو پنهنجي وطن موٽي آيو. پر سٽن مهينن جي پرخطر روپوش زندگيءَ کان پوءِ جهلجي پيو ۽ 1915ع کان اڳ جي دهشت پسند ڪارروواين جي ڏوهه ۾ هن کي ٻارهن سالن جي جلاوطنيءَ جي سزا ملي، جا اپيل تي گهٽجي ڇهن سالن جي سخت پورهئي جي سزا ۾ تبديل ٿي.

ڪامريڊ راءِ اها سزا ڪاٽي، جڏهن ٻاهر نڪتو تڏهن جيل مان هن پاڻ سان رجسٽر سائيز جي هزار هزار صفحن جا نوَ نوٽبڪ، ڳتيل اکرن ۾ سڄا لکيل، ٻاهر آندا. (جيل ۾ هڪ مهل ڪين اهڙي قسم جو هڪ ئي نوٽبڪ ملندو هو، پر ان جو هڪ ورق به ٻاهر موڪلڻ جي ڪين اجازت نه هوندي هئي. لکجي پوري ٿيڻ کان پوءِ، ٻئي خالي نوٽبڪ وٺڻ

لاءِ، پهرين اڳيون نوٽبڪ ڪين جيل سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾ ڊپازٽ ڪرائڻو پوندو هو.)

نَوَن نوٽبڪن جو هيءُ سڄو مواد انگريزيءَ ۾ لکيل هو ۽ پوءِ ان جو ڪافي گهڻو حصو ”رنيزانس پبلشرس“ ۽ ”انڊين رنيزانس انسٽيٽيوٽ“ طرفان هيٺين ڪتابن جي صورت ۾ شايع ٿيو. جيڪي ٻئي ادارا جيل مان ٻاهر ايندي ئي، ”فڪر و عمل جي تحريڪ جي مرڪز“ طور، قائم ڪيا هئائون:

(1) فسطائيت. ان جو فلسفو ۽ عمل.
(2) اسلام جو تاريخي ڪارنامو.
(3) عورتپڻي جو هندستاني آدرش.
(4) ماديت
(5) ويهين صديءَ جا پاکنڊ.
(6) علم ۽ اوهام.
(7) ٻليءَ جون يادگيريون.
(8) عقل، رومانويت ۽ انقلاب، وغيره

ڪامريڊ راءِ، نومبر 1936ع ۾ جيل کان ٻاهر ايندي ئي، انڊين نيشنل ڪانگريس ۾ شامل ٿيو. قومي آزاديءَ جي جدوجهد ۾، ان ۾ سرگرم حصو وٺڻ لڳو. ”انهيءَ پراڻي جدوجهد ۾، جنهن جي پڄاڻي ڪانهي، تان جو ڪاميابيءَ ۾ ان جي پڄاڻي ٿئي!“

پريس وارن ڪامريڊ راءِ تي پريس ڪانفرنس لاءِ زور رکيو پر ان لاءِ معذرت ظاهر ڪندي، پاڻ مختصر پريس بيان پڙهو ڪيائين: ”هيءُ پهريون پيرو آهي، جو ويهن سالن کان پوءِ قانوني طور هندستان ۾ هندستان جي ماڻهن سان مخاطب ٿي رهيو آهيان. ائين ڪندي، مون کي ڏاڍي خوشي ٿئي ٿي، اسين سڀ سامراج جي ڏاڍ ۽ ظلم جو شڪار آهيون. منهنجو سيني پنهنجي مظلوم ڀائرن لاءِ پيغام هيءُ آهي: لکن ۾،

ڪروڙن ۾، وڏي اچي نيشنل ڪانگريس جي جهنڊي هيٺان گڏ ٿيو جمهوري آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ هڪ منظم ۽ مضبوط فوج وانگر، هن جدوجهد ۾ اسان لاءِ نه رڳو پنهنجي مقصد جي تيز سجاڳپ آهي، پر ان ۾ ڪاميابيءَ لاءِ اسان کي عمل جي صاف ۽ پختيءَ راهه جي به گهرج آهي. وڏيڪ آءٌ ائين به چوڻ مناسب ٿو سمجهان ته سوشلزم يا ڪميونزم- جيڪا هڪ ئي ڳالهه آهي. اسان جي اڄ جو مسئلو اهو نه آهي. سچا سوشلسٽ يا ڪميونسٽ ضرور اهو مڃيندا ته جيڪڏهن هندستان جي عوام جي نجات لاءِ جدوجهد ۾ هو ڪو حصو ادا ڪرڻ گهرن ٿا، ته ان لاءِ قومي نجات پهريون ۽ فوري ڏاڪو آهي، انهيءَ ڪري، سيني سامراج مخالف قوتن کي جمهوري آزاديءَ جي نعري تي گڏ ٿيڻ گهرجي، جيڪا حاصل تڏهن ٿيندي جڏهن جمهور جي حڪومت جمهور جي هٿن ۾ ايندي، عوام جي حڪومت عوام جي هٿن ۾ ايندي... نيشنل ڪانگريس اُن لاءِ اسان جو گڏيل پليٽفارم آهي.

”آءٌ هي سمورا سال ڪانگريس جو دستوري طور ميمبر نه رهيو آهيان، پر مون هميشه ڪانگريس جي مضبوطيءَ لاءِ ڪم ڪيو آهي. انهيءَ طرح، جو مون هر وقت ڪانگريس کي وڏيڪ عوامي بنائڻ ۽ وڏيڪ سرگرم بڻائڻ پئي گهريو آهي ۽ هاڻي پنهنجي ان دلي مقصد جي حاصلات جي آسانيءَ خاطر آءٌ دستوري طور به ڪانگريس جو ميمبر ٿيندس. مون کي هندستان جي ماڻهن کي ثابت ڪري ڏيکارڻ جو پڪو ارادو آهي ته ڪميونسٽ هندستان جي سياسي جسم ۾ ڌاريان عنصر نه آهن، پر اهي هن ڌرتيءَ جا سپوت آهن، جيڪي انڊين نيشنل ڪانگريس جي جهنڊي هيٺ قومي آزاديءَ جي فوج جي هر اول دستي طور وڙهي رهيا آهن.

پورا ڇهه سال آءٌ جيل جي اندر تمام مشڪل حالتن ۾ رهيو آهيان، ۽ منهنجي صحت بنهه ڊانوان ڊول آهي. جيتري قدر ٿي سگهندو، ايتري

قدر آءٌ پنهنجي صحت جي بحاليءَ ڏانهن ڌيان ڏيندس ۽ آءٌ سمجهان ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ ڇهن مهينن تائين سياست ۾ ڪو سرگرم حصو وٺڻ مون لاءِ ممڪن نه ٿيندو. آءٌ هن موقعي مان فائدو وٺندي، سڄي هندستان جي سيني ڪانگريس، ٽريڊ يونين ۽ هاري ورڪرن کي پنهنجا سلام موڪليان ٿو.“

ٿوري ئي وقت کان پوءِ، جو ڪن حلقن طرفان ائين هل اُٿاريو ويو ته ڪامريڊ راءِ جي ڪانگريس ۾ شامل ٿيڻ سان ڪانگريس ”سرخ“ بڻجي ويئي آهي، ڪامريڊ راءِ کي ٻيو هڪ مختصر بيان ڪڍڻو پيو، جنهن ۾ چيائين: ”ڪانگريس ڪميونسٽ ڪا نه ٿي بڻجي، پر ڀاڻ ڪميونسٽ، هندستاني عوام جي آزاديءَ لاءِ اڻموٽ سپاهين طور، ڪانگريس ۾ شامل ٿي، ڪانگريسي بڻجي رهيا آهن. ذاتي طور آءٌ، ڪانگريس سان هر ڳالهه ۾ متفق نه رهندي به، سدائين ان جي حمايت ڪندو رهيو آهيان. البته، ملڪ کان ٻاهر رهڻ سبب آءٌ هڪ دستوري ڪانگريسي ورڪر طور ڪم نه پئي ڪري سگهيس. هاڻي، جو آءٌ ائين ڪري پيو سگهان، مون پنهنجي سياسي پوزيشن ۾ انهيءَ هڪ نوع جي تبديلي آڻڻ جو فيصلو ڪيو آهي: وڌيڪ ڪانگريس کي، سواءِ جمهوري آزاديءَ جي، ٻئي ڪنهن به پروگرام جي قبولڻ يا پنهنجي ڪرڻ لاءِ چوڻ يا مڃائڻ جو منهنجو ڪو به ارادو ڪونهي.“

انهيءَ ئي مهيني يعني نومبر 1936ع ۾، بريليءَ ۾ ڪانگريس جي سهاري هيٺ سڏايل سياسي ڪانفرنس جي موقعي تي، ڪامريڊ راءِ کي ڪانگريس ۾ شامل ڪيو ويو ۽ يو پي صوبائي ڪانگريس ڪاميٽيءَ ۽ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو ميمبر به بڻايو ويو. ٻئي مهيني، هن ڪانگريس جي فيضپور سيشن ۾ حصو ورتو ۽ اتي مهاتما گانڌيءَ سان سندس پهرين منهان منهن ملاقات ٿي. مهاتما گانڌيءَ کيس صحت جي بحاليءَ، آرام ۽ ملڪ جي حالات جي چپ چاپ مطالعي جي صلاح

ڏني. ڪامريڊ راءِ ساڻس ڪانگريس کي وڏيڪ سرگرم بنائڻ جي ڳالهہ ڪئي تہ مهاتما گانڌيءَ ان لاءِ پنهنجي ”تعميري پروگرام“ (چرخي، اهنسا، عدم تعاون، وغيره) جو ذڪر ڪيو. مزدورن سان سندن فوري مطالبن جي جدوجهد ۾ رابطي لاءِ جڏهن ڪامريڊ راءِ چيو تہ بنگال- ناگپور ريلوي مزدورن جي (اُن وقت) هلندڙ اسٽرائيڪ ۾ ڪين مدد ڏني وڃي، تہ مهاتما گانڌيءَ همدرديءَ جو اظهار ڪندي چيو تہ مسئلي جي پهريائين ”پچا ڳاڇا“ ضروري آهي! ۽ آخر ۾ جڏهن مهاتما گانڌيءَ اٿي پرارٿنا ۾ ساڻس شامل ٿيڻ لاءِ کيس چيو تڏهن ڪامريڊ راءِ پوري ادب ۽ فضيلت سان ان لاءِ ساڻس پنهنجي مجبوريءَ جو اظهار ڪيو. مهاتما سان هن پهرينءَ ئي گڏجاڻيءَ کان پوءِ ڪامريڊ راءِ جي دل تي سياسي طور جيڪا ڳالهہ نقش ٿي، سا هيءَ هئي تہ ڪانگريس ۾ هڪ نئين ۽ تازه دم اڳواڻپ جي اُڀارڻ جي تمام گهڻي ضرورت هئي.

پنجن مهينن کان پوءِ 4 اپريل 1937ع تي، ڪامريڊ راءِ پنهنجي هفتيوار انگريزي اخبار "Independent India" (خودمختار هندستان) جي نالي سان شروع ڪئي. ان لاءِ ڪامريڊ راءِ ڏانهن پنڊت جواهر لعل نهروءَ، سباش چندر بوس ۽ ٻين پنهنجا پيغام ۽ پنهنجون نيڪ تمنائون موڪليون. مهاتما گانڌيءَ ان لاءِ ڏانهس پوسٽ ڪارڊ تي پنهنجو پيغام لکي موڪليو، جنهن ۾ کيس ”خاموش خدمت“ جي صلاح ڏنائون. ڪامريڊ راءِ اخبار جي پهرينءَ اشاعت جي ادارتي نوٽ ۾ لکيو:”سياسي خودمختياري (Political Independence) مقصد نہ پر مقصد جو ذريعو آهي ۽ مقصد آهي تہ هندستاني سماج ۾ بنيادي اُٿل پٿل آندي وڃي، جنهن کي جمهوري اُٿل پٿل يا جمهوري ”انقلاب“ چئجي ٿو... اُن انقلاب جي سياسي صورت هيءَ آهي تہ ماڻهو رياست جي اقتدار تي قبضو ڪن، ڏارين توڙي ملڪين جي حڪومت جي جاءِ تي نمائنده حڪومت، يعني جمهوري حڪومت جمهور جي هٿن ۾، ماڻهن جي

حڪومت ماڻهن جي هٿن ۾ قائم ڪئي ويجي. هندستان اج اهڙي ”انقلاب“ جو منتظر آهي....“

1938ع ۾ سڀاش چندر بوس ڪانگريس جو صدر چونڊيو ويو ۽ 1939ع لاءِ ٻيهر هو اُميدوار بيٺو جنهن ۾ بہ هو ڪامياب ٿيو. پر مهاتما گانڌيءَ جي ”دعائن“ حاصل نہ هئڻ ۽ خود پنهنجي بہ ڪجھ هڪ طرفيءَ انتها ڏانهن مائل رخ سبب، ڪانگريس جي قابض جهونيءَ اڳواٽپ جو ڪيس تعاون حاصل ٿي نہ سگهيو ۽ ڪيس ڪانگريس جي صدارت تان دستبردار ٿيڻو پيو. جنهن ڪان پوءِ (جون 1939ع ۾) هن ڪانگريس جي اندر پنهنجي ساٿين جو هڪ جدا گروپ ”فارورڊ بلاڪ“ جي نالي سان قائم ڪيو. ساڳين ئي ڏينهن (مئي 1939ع) ۾ ڪانگريس جي اُن ئي قدامت پسند هڪ هٿيءَ واري سياسي ماحول ڏانهن رد عمل طور، ڪامريڊ ايم اين راءِ پڻ، ان ۾ ڪجھ تازه دم فڪر ۽ عوام پسند نئينءَ اڳواٽپ لاءِ موقعي پيدا ڪرڻ جي ارادي سان پنهنجي هم خيال ڪارڪن جو هڪ گروپ قائم ڪيو. جنهن کي هن ”ليگ آف ريڊيڪل ڪانگريس مين“ سڏيو. ترت ئي، ٽن مهينن ڪان پوءِ (پهرين ڊسمبر 1939ع ) يورپ ۾ ٻيءَ خونخوار عالمي جنگ جو آغاز ٿيو ۽ وقت جي ان ڌماڪيدار للڪار تي، پنهنجي پنهنجي نظرياتي بنياد تان، ڪانگريس جي اندر هنن ٽن ڌرين يا گروهن، جنگ ڏانهن پنهنجا پنهنجا رخ اختيار ڪيا. سڀاش بوس ان کي سامراجي جنگ چيو، راءِ ان کي فسطائيت خلاف عالمي جمهوريت جي (۽ انهيءَ ڪري هندستان لاءِ بہ جمهوريت جي) جنگ سڏيو ۽ ڪانگريس هندستان جي اُڀرندڙ حڪمران طبقي جي طاقتور ترجمان (طبقاتي مفادن پسند هڪ تنظيم) طور، ان ڏانهن بہ رخو رويو اختيار ڪيو. سڀاش چندر بوس جي رخ جي فڪر ۽ عمل جي ڪامل ناڪاميءَ کي ترت ئي دنيا ڏسي ورتو. ڪانگريس پنهنجي طاقتور حڪمران طبقاتي تنظيم جي زور تي، ۽

زوال پذير برطانوي سامراج جي عين مرضيءَ سان، جنگ جي پڪل ميوي طور، هڪ طرح جي ڪاميابي تہ حاصل ڪئي، پر ڪانگريس جي اُن مصلحت باز عملي "ڪاميابيءَ" جا نتيجا سڄو برصغير هندستان پنهنجي پوءِ جي وجود ۾ آيل حالات جي صورت ۾ اڄ بہ ڀوڳي رهيو آهي. ۽ ڪامريڊ راءِ جو فڪري سڏ تہ "قومي آزاديءَ کي مقصد نہ پر مقصد جو هڪ لازمي وسيلو سمجهي، اصل مقصد جي حاصلات طور، هندستاني سماج ۾ بنيادي اٿل پٿل آندي وڃي. جنهن کي جمهوري اٿل پٿل يا جمهوري انقلاب چئجي ٿو... جنهن جي سياسي صورت هيءَ آهي تہ ماڻهو رياست جي اقتدار جا مالڪ بڻجن. ڌارين توڙي ملڪين جي حڪومت جي جاءِ تي نمائنده حڪومت يعني جمهور جي حڪومت جمهور جي هٿن ۾ (عوام جي حڪومت عوام جي هٿن ۾) قائم ٿئي!" سڄي برصغير لاءِ اهو انقلابي سڏ اڃا هڪ ڏورانهون سڏ ئي آهي. هندستان ان "جمهوري انقلاب" جو اڄ بہ اهڙو ئي منتظر آهي جهڙو تڏهن هو. ڇو تہ هندستان جي جمهور جو سياسي شعور، هندستان جي جمهور جي تنظيم، ۽ هندستان جي جمهور جي ڪامياب جدوجهد لاءِ عمل جي راهہ اڃا ايتري قدر تيز، پائدار ۽ وسيع ۽ مستقيم ۽ صاف نہ آهي، جيئن ڪامريڊ راءِ جي نظر ۾ انهن جو هئڻ ضروري هو ۽ اڄ بہ آهي.

جمهوري آزاديءَ جي مقصد جي اُن تيز سڃاڻپ ۽ ان جي حاصلات لاءِ عمل جي اُن صاف ۽ پختيءَ راهہ جي ڳولا واسطي، جيڪي ئي ڪامريڊ راءِ جي سڄيءَ زندگيءَ جي عمل جا محبوب عنوان رهيا. مئي 1940ع ۾ ڪامريڊ راءِ پنهنجي ساٿين، ليگ آف ريڊيڪل ڪانگريس مين، جي هڪ سئو مکيہ ڪارڪنن کي دهرادون ۾ ٻن هفتن جي "تعليمي ڪئمپ" ۾ گڏ ڪيو ۽ اُتي سيني گڏجي تاريخ ۽ زندگيءَ، آزاديءَ ۽ انقلاب، جي هر مسئلي تي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. ان

ڪئمپ ۾ ڪامريڊ راءِ جيڪي مضمون پڙهيا ۽ ليڪچر ڏنا، سي هيٺين عنوان سان پوءِ 1942ع ۾ پهريون ڀيرو Scientific Politics (سائنسي سياسيات) جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيا.

(1) انقلابيءَ جو آدرش.

(2) سائنس، فلسفو ۽ سياست.

(3) ڪي بنيادي اصول، تنظيمي ۽ نظرياتي.

(4) ويهين صديءَ جو انقلابي ذهن

(5) هندستان جي انقلاب جو مسئلو.

(6) انقلابن جي تاريخ History of Reveolutions

(7) ان ڪانسواءِ ڪامريڊ راءِ جو هيءُ ڪتاب "اسلام جو تاريخي ڪردار" (Historical role of Islam) سندس بيش بها لکڻين منجهان هڪ آهي، جنهن ۾ اسلام جي ماضيءَ ۾ ڪردار سان گڏوگڏ اڄوڪي صورتحال وسيلي اجاگر ڪرڻ لاءِ عرق ريزي ڪئي وئي آهي. هي ڪتاب انگريزيءَ ۾ Historical role of Islam جي عنوان سان سنڌ ساگر اڪادمي لاهور طرفان ڪجهه عرصو اڳ شايع ٿي چڪو آهي. هيءُ ان جو سنڌي ترجمو آهي. اميد تہ لائق پڙهندڙ ان مان جوڳو فائدو وٺندا.

**محمد ابراهيم جويو**

حيدرآباد سنڌ

# تعارف

اسلام /محمدن ازم جو اوچتو تحريڪي انداز ۾ اڀري ۽ پکڙجي وڃڻ، لا شڪ تہ انساني تواريخ جي من موهيندڙ حقيقت آهي. تواريخ جي اهڙي جرڪندڙ باب کي بنان ڪنهن رياڪاريءَ جي پڙهڻ چڻ تہ موجوده هندستان جي تواريخ ۾ اهم درجو رکي ٿو. هونئن ڪنهن بہ اسم، مسئلي ۽ مونجهاري کي سائنسي نقطہ نگاه کان پڙهڻ لازمي آهي، ڇوتہ انهيءَ وسيلي ڄاڻ ۽ سمجهہ جي ڳولا ڦولا جو هڪ ڪارائتو طريقو ۽ لاڀ حاصل ڪري سگهجي ٿو. ان ڪري اڄوڪي هندوستان ۾ اسان ۽ خاص ڪري هندو جاتيءَ لاءِ ضروري آهي تہ اسلام جي تواريخي ڪردار کي هينئين سان هنڊائڻ جي ڪوشش ڪيون تہ جيئن هن انساني ڪلچر ۾ جيڪا مٿانهين سياسي حيثيت ماڻي آهي ان کان واقفيت حاصل ڪري سگهون.

هن ملڪ (هندستان) ۾ پيغمبر اسلام جي پوئلڳن جو ججهو تعداد رهي ٿو. جنهنڪري ائين چوڻ ۾ ڪو بہ وڌاءُ ڪونهي تہ ٻين اسلامي ملڪن جي ڀيٽ ۾ مسلمان انگن اکرن جي لحاظ کان هندوستان ۾ وڌيڪ رهن ٿا. ائين صدين کان هندوستان جي آباديءَ ۾ رهائش پذير هئڻ جي باوجود بہ کين اوپرو ۽ ڌاريو سمجهيو وڃي ٿو. هندوستان جي قومي ڪردار ۾ اهڙي عجيب وغريب خال جي پٺيان ڪيترائي تواريخي سبب /اسباب ليکي سگهجن ٿا. ان ۾ ڪو بہ وهم ۽ گمان ڪونهي تہ مسلمان هندوستان ۾ حملہ آور بڻجي آيا هئا. انهن ملڪ کي فتح ڪري صدين تائين راڄ ڪيو. ايئن حاڪم ۽ محڪوم

جي حوالي سان تواريخ جا اهڙا تہ اثر مرتب ٿيا، جنهن ڪري اڄ بہ ٻئي ڌريون هڪ ٻئي سان ٻڪن / ويڙهاند ۾ ورتل آهن. انت تہ ماضيءَ جي انهن اڻ وڻندڙ يادگيرين هوريان ڏاڍيان، خوف ۽ اوندهہ جي اهڙي ڪيفيت کي اڀَتي وڏايو جنهن جو نتيجو غلاميءَ جي شڪل ۾ نمودار ٿيو. جيئن تہ برطانوي سامراج جو قبضو هندو ڌرم جي پوئلڳن جي نسبت، مسلم آباديءَ جي هڪ وڏي تعداد لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيو. ان لاءِ هڪ ڪارائتو دڳ آهي تہ مسلمان هندوستاني قوم جو هڪ اڻ ٽٽ حصو بڻجي وڃن. پر ان لاءِ لازمي آهي تہ مسلم حڪمرانن جي دور کي هندستاني اتهاس جو هڪ ڪارائتو حصو ڄاتو وڃي. اڄ قوم پرستيءَ جي لَهر يا اوسر ايترو تہ اُڀري آئي آهي جو اها ماضيءَ جي سُورن ۽ عذابن کي ميسارڻ ۾ هٿي ڏئي سگهي ٿي .

پر ساڳئي وقت هن ملڪ ۾ هڪ شرمناڪ صورتحال بہ جنم ورتو آهي تہ پاڻ کي دلجاءِ ڏيڻ خاطر ، سچ پچ يا نماءَ واسطي ماضيءَ جي ساراهہ ۽ ثناءَ خوانيءَ ۾ مگن رَهندي، مسلمان حاڪمن جي سورهيائي ۽ دليريءَ کي هروڀرو مٿي چاڙهي سروپاءَ پهرايون ويون آهن .

ان هوندي بہ، هڪ هندو، جيڪو اڪبرِ اعظم جي دور تي فخر ڪري ٿو، يا وَري شاهجهان جي عمارت سازيءَ جي وصف ۽ ساراهہ ڪندي ڍاپجي نہ ٿو، پر انهن مسلم حڪمرانن جي هم_مذهبن کان نفرت ڪري ٿو. هوڏانهن ڪٽر هندو جيڪي هندوستاني آباديءَ جو هڪ چڱو چوکو ڀاڱو آهن، انهن لاءِ مسلمان، پوءِ اهي ڄائي ڄم کان سڪيا ستابا، اعليٰ تعليم رکندڙ، دل موهيندڙ ڪلچر ۽ لياقت رکندڙ هجن، سي سڀ سندن نظر ۾ (مليڇ) ، ناپاڪ ۽ وحشي آهن. اهي مسلمان هندو سماج ۾ هيٺين طبقي جي هندو اڇوتن وانگر هندو اڪثريت جي رحم ۽ ڪرم تي آهن .

انهيءِ خاص قسم جي صورتحال جو سبب ڳولا ڪرڻ سان سُڌ پوي

ٿي تہ تعصب ۽ بد گمانيءَ جون ڇاڙون هڪ ٻئي ۾ ڳتيل آهن، جنهن ڪري فطرتي طور تي مفتوح يا محڪوم ماڻهن ۾ ٻاهرين حملا آورن لاءِ نفرت ۽ ڌڪار سانڀيل هوندي آهي. حالانڪہ اهو ماضيءَ جو هڪ داستان آهي. پر تعصب ۽ بد گمانيءَ جي فضا اڄان بہ نہ رڳو قومي ايڪتا جي راهہ ۾ رڪاوٽ آهي پر ان سان گڏ تواريخ جي غير جانبدارانہ سوچ ۽فڪر آڏو بہ رنڊڪ بڻجي بيٺل آهي. تحقيق، روءِ زمين تي اهڙو مثال موجود ڪونهي تہ بہ جاتيون، صدين کان هڪ ڌرتيءِ تي رهندڙ هجن، پر اڄان تائين سندن هڪ ٻئي ڏانهن رَوشِ، قدر شناسي ۽ احترام کان ڪوهين ڏُور هجي. دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ مهذب ماڻهو اسلامي تواريخ جي ڄاڻ سڃاڻ کان ايترو لاتعلق نظر ڪونہ ايندا ۽ نہ وَري محمدن مذهب کي ڌڪار ۽ نفرت سان ڏسن ٿا ، جيئن هندو ليکين ٿا. هونئن روحاني آمريت بہ اسان جي قومي آدرشن جو هڪ اڻ ٽٽ حصو آهي. ايئن کڻي چئجي تہ اها غليظ طرز جي روحانيت (مذهبي طبقي جو تسلط) پڻ ظاهر ظهور محمدن ازم سان ناتن جي وچ ۾ رنڊڪ بڻجي بيٺل آهي. ان کان سواءِ پيغمبر اسلام ﷺ بابت جيڪا بہ تعليم ۽ ڄاڻ سڃاڻ ڏني وڃي ٿي سا مڪمل طور اڻ ڄاڻائي جو مجموعو آهي، جنهن ڪري سراسري طور عام پڙهيل هندوءَ کي اسلام بابت ڄاڻ /معلومات نہ هئڻ برابر آهي ، ۽ نہ وَري انهيءِ انقلاب جي مهابي آيل تهذيبي حاصلات جي آگاهي آهي. ان ڪري ضروري آهي تہ مروج وَهم ، وسوسي ۽ بيهودگي جهڙي سوچ ۽ فڪر کي نندڻ گهرجي .

اهڙي طرز جي وهم، خيال ۽ گمان جي هڪ ٻئي سان ڇناڇيتي هندوستاني عوام جي قومي ايڪتا لاءِ سود مند هئڻ سان گڏو گڏ سائنس ۽ تواريخي سچائي لاءِ پڻ ڪارائتي آهي. ائين اسلام جي ثقافتي اهميت بابت تُز ۽ درست شناسائي حاصل ڪرڻ، هندوستاني تواريخ

جي هن نازڪ دور ۾ اهم آهي.

عظيم تواريخدان گبن، اسلام جي اوسر ۽ ڦهلاءُ بابت لکي ٿو: (هڪ اڻ وسرندڙ ۽ يادگار انقلاب آهي جنهن دنيا جي قومن مٿان جديد نشان ۽ ڪردار ڇڏيا آهن.) هڪ عام ماڻهو ٽپرس ۽ تعجب ۾ پئجي وڃي ٿو ته ڪيئن ڇوهائيءَ سان، ۽ عظيم سلطنتن کي ڏانوانڊول ڪندڙ عرب جي رڻ پٽ مان خانه بدوشن جو هڪ ننڍڙو گروهه، جوش ۽ جولان وسيلي هڪ نئين عقيدي جو داعي بڻجي ڇانئجي ويو. محمد ﷺ، وحدانيت جي ناتي سان امن جي جنهن پيغام کي پکيڙڻ جي جدوجهد ڪئي، ان کي سندس پوئلڳن پنجاهه وَرهين جي مختصر مدي ۾ اسلامي جهنڊي کي هڪ پاسي هندوستان جي ڪنڊ تائين ته ٻئي پاسي پونوچ سمنڊ جي ڪناري تي کوڙي ڇڏيو. دمشق جي پهرين خليفي جي سلطنت جون حدون ايتريون ته وسيع ۽ عريض هيون جو اٺ جي سواريءَ تي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين پهچڻ لاءِ پنج مهينن جو عرصو درڪار هو. مطلب ته پهرين صدي هجري جي پڇاڙيءَ تائين، انهيءَ عقيدي جي ڪماندرن کي طاقتور حڪمرانن جي حيثيت حاصل ٿي وئي.

ائين ته هر هڪ نبي عام ماڻهن کي رغبت ڏيڻ خاطر پنهنجي دعويٰ بابت معجزن کان به ڪم وٺندو رهيو آهي. ان ڳالهه کي ذهن ۾ رکندي محمد عربي ڏانهن ڏسجي ٿو ته سڀئي نبي جيڪي کائنس اڳ آيا، انهن ۾ سڀني کان نرالو ۽ منفرد لڳي ٿو. جو هن پنهنجي عمل ۽ ڪردار جي ڪرشمي سان ڪاميابيون حاصل ڪري ڏيکاريون. ان ڪري ائين چوڻ ۾ ڪو به هرجُ ڪونهي ته اسلام جو معجزو ٻين سڀني معجزن کان وڌيڪ اثرائتو ثابت ٿيو. آگسٽس جي رومي سلطنت جنهن کي سندس پوئٽر بهادر ٽريجن (Trajan)وسيع ڪيو، ان کي به پنهنجي عروج ماڻڻ لاءِ پُريا ست سو وَرهيه لڳي ويا. ان هوندي به رومي سلطنت انهيءَ مهانتا

۽ عظمت کي ڇهي نہ سگهي جيڪا عربي شهنشاهيت هڪ صديءَ جي مختصر مُدي ۾ حاصل ڪئي. سڪندر اعظم جي شهنشاهيت کي هڪ صديءَ جي مختصر عرصي ۾ (خدا جي تلوار) آڏو جهڪڻو پيو. اچو تہ ڏسون تہ جديد تورايخ نويس، اسلام جي اوسر کي ڪهڙن اسرارن سان تعبير ڪن ٿا -:

”اهڙو علائقو جتي ڪنهن بہ عربي رياست جو نانءُ نشان نہ هئو، نہ ڪنهن منظم فوج جو پتو ڪُرو ۽ نہ وري گڏيل سياسي مفادن جي ڪشش موجود هئي. ڇو تہ عرب گهٽي ياڳي شاعر، خواب خيال جا دلداده، ويڙهاڪ ۽ واپاري تہ هئا پر سياست جي داءَ پيچ کان اڻ واقف هئا. عربن وٽ ڪو اهڙو مذهب بہ ڪونہ هئو جيڪو کين مضبوط ۽ مستحڪم بڻائي سگهي. ۽ ڪنهن مضبوط مرڪز جي بہ اڻ هوند هئي. هنن وٽ بت پرستيءَ جو بہ طريقو رائج هو. پر هڪ سو وَرهين کان پوءِ اهي گمنام وحشي دنيا ۾ سپر پاور طور جاءِ والارڻ ۾ سوڀارا ٿي ويا. انهن شام فتح ڪيو ايران تي قبضو ڪري ڦير ڦار آڻي ڇڏي ۽ ان کان سواءِ الهندي ترڪستان ۽ پنجاب جي ڪجهہ ڀاڱن تي پڻ مالڪي حاصل ڪئي اهي بازنطين ۽ بربرن کي وراڪو ڏيندي آفريڪا کي وَرائي ويا ۽ اسپين حاصل ڪيائون. اولهہ ۾ فرانس کي دڙڪا ڏيڻ لڳا تہ اوڀر ۾ قسطنطنيہ کي تَڪڙ لڳا. هنن جا جنگي جهاز اسڪندريہ ۽ شام جي گودين ۾ ٺهڻ لڳا، جيڪي يونوچ سمنڊ جي پاٽيءَ ۾رستو چيرڻ، يونان جي ٻيٽن تي ناڪابندي ڪرڻ ۽ بازنطين سلطنت جي سگهہ کي چئلينج ڪندا رهيا. ايئن سندن فتوحات جو دائرو ايڏو تہ سولائيءَ سان پکڙجڻ لڳو جو رڳو ايرانين ۽ بربرن مزاحمت ڪئي. اٺين صدي جي اڱياڙي ۾ تہ ائين محسوس ٿيڻ لڳو تہ ڪا بہ اهڙي سگهاري قوت نہ هئي جيڪا هنن جي فتوحات جي آڏو سينو ساهي بيهي. يونوچ سمنڊ جو علائقو رڳو وڃي رومي ڍنڍ تائين محدود ٿي ويو. اهڙيءَ ريت يورپ جي

هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين جيڪي به عيسائي رياستون هيون انهن کي محسوس ٿيڻ لڳو ته هڪ نئين نڪور تهذيب سان سندن ٽڪراءَ آهي.“

(ايچ - اي - ايل- فشر ، ”تواريخ يورپ“ صفحو 137_138)

سوال آهي ته اهو حيرت انگيز معجزو ڪيئن رونما ٿيو؟ انهيءَ سوال کوڙ سارن تواريخدانن جون متيون منجهائي ڇڏيون. ڇو ته اڄ جي تعليم يافته دور انهيءَ دليل کي به رد ڪري ڇڏيو آهي ته اسلام جي اشاعت ۽ ڦهلاءُ سڌريل ۽ سهپ وارن قومن تي تعصب جي ڪري ٿيو. دراصل اسلام جي فتح مندي سندس انقلابي اهميت ۽ اهليت سان لاڳاپيل هئي. جنهن عام لوڪن ۽ سماجي توڙي اقتصادي طور پيڙهيل طبقن لاءِ نااميدي ۽ نراسائيءَ جي تهذيبي وايومنڊل ۾ رهنمائيءَ جو ڪردار ادا ڪيو. ڇو ته پراڻيون تهذيبون جن ۾ يونان، روم ، ايران ، چين ۽ هندوستان اچي وڃن ٿا، سي طبقاتي فرق جي بنياد تي زوال ۽ جمود جي زمري ۾ اچي ويون هيون .

# اسلام جو مول ۾ مقصد

اسلامي تواريخ جا نقاد سدائين، انهيءَ نڪتي تي زور آزمائي ڪندا رهن ٿا تہ اهو سڄو ڪار وَهنوار فوجي اڳرائيءَ وسيلي حاصل ڪيو ويو هئو ۽ اهي هميشہ اسلام جي انقلابي اهميت کي لئہ مٿي ڪرڻ ۾ غلطان رهندا اچن ٿا. جيڪڏهن عرب خانہ بدوشن جي فوجي فتوحات کي اسلام جو تواريخي ڪارنامو ڄاتو وڃي ٿو تہ پوءِ ان کي هڪ منفرد/جداگانہ تواريخي علامت نہ سمجهڻ گهرجي. ڇوتہ باربيرن جي ُڦر لٽ، سٿين جون ڪاهون، گاٿڪ، هُن ۽ منگولن جا حملا بہ انهن عربي فتوحات سان ٺهڪي اچن ٿيون. پر انهن طوفاني لهرن ۽ عربن جي مذهبي جوش جنون ۾ تمام وڏو فرق آهي. اهو هيئن تہ پهرين (مثال واري) ڪاهن جي وسيلي مجموعي طور موت، تباهي ۽ بربادي جا آثار ڇوڏس ڇوڏاري پکڙجي ويا. جڏهن تہ پوئين (اسلامي/ عربي) طرز جي اٿل پٿل فطرتي طور هڪ اهڙي نقيب جي ميجتا ماٽي ، جنهن انساني تمدن جي تواريخ ۾ هڪ شاندارباب جو اضافو ڪيو. ڪنهن بہ مول ۾ مقصد جي رَسائي تائين پيچ ڊاهہ /تباهي جو بہ هڪ اضافي ڪردار هوندو آهي، جيڪو اڳوٽي جي خاتمي ۽ نئين جي اڏاوت ۾ ميدان هموار ڪرڻ ۾ هٿ ونڊائيندوآهي. اهڙي طرز جي تباهيءَ جو مکيہ مقصد هوندو آهي تہ سيزر ۽ قيصر جي جهرندڙ ۾ مقدس جاه وجلال کي ڊاهڻ تہ جيئن ان تباهيءِ جي آثارن منجهان انسان ذات جي ڄاڻ ۾ ڏات جي مال خزانن کي يڪجا ۽ محفوظ ڪري سندس پونئيرن/وارثن جي نيڪي ۾ پلائيءَ لاءِ ڪتب آڻجي.

عرب خانه بدوشن جي هيڏي ساري جدوجهد منجهان اها مراد وٺڻ نه گهرجي ته اهو اسلام جي مخصوص سجاڳپ جو هڪ حصوآهي. بهرحال هنن جو پورهيو ۽ جدوجهد، اسان جي سوچ کي انهن اسرارن جي ڄاڻ لاءِ زور بار وجهي، ڪشش پيدا ڪري ٿو ته انهن سببن جي ڳولا ڪيون، جنهنڪري تواريخ ۾ هيڏي آرماڙ ۾ ڦير ڦار آئي هئي. سچ پچ ”خدا جي فوج“ جو ڪرشماتي ڪارج، اسان جي مشاهدي واري حِس کي عبرت ۾ اچرج ۾ وجهي ڇڏي ٿو ۽ اڻ تڻ پيداڪري ٿو ته تواريخ جي هڪ شاگرد جي حيثيت ۾ اسلامي انقلاب جي شاندار حاصلات متعلق معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ محمد جي پوئلڳن سوڌو سيني کي نينڊ ڏئي ٿو. جيتوڻيڪ، نبي جي پوئلڳن جي اعليٰ فتوحات کي نظرانداز ڪري نه ٿو سگهجي، پر وڏيڪ ساراه ۽ واکاڻ لائق جدوجهد يا ابتدا پيغمبر اسلام جي پنهنجي محنت جو ثمر آهي جو هُن هڪ جماعت پيدا ڪري سماجي ۽ تمدني کيتر ۾ انساني تاريخ جون مثالي تبديليون آنديون. ان ۾ شڪ ناهي ته هُن سياسي ايڪتا لاءِ هڪ سازگار ماحول کي جوڙيو ۽ نتيجي ۾ معاشي اوسر ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ هڪ دور جو آغاز ٿيو. ائين عظيم الشان رومي ۽ ايراني سلطنتن جي پڄاڻيءَ سان هڪ نئين سماجي فرمان/ آرڊر (social order) لاءِ جديد آدرشن ۽ فڪرن سان راهه هموار ٿيڻ لڳي. آيل ردوبدل جو مکيه ڪارڻ هئو ته آتش پرستيءَ جي وهم ۽وسوسن ۽بدبودار يوناني چرچ، ايران توڙي باز نطيني شهنشاهيتن جي روحاني ۽ سماجي زندگيءَ کي اندران ئي اندران ڪاري خراب ۽ پِتو ڪري ڇڏيو هئو جنهن ڪري اخلاقي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ جمود اچي ويو هو. انت ته محمد ﷺ جي سگهاري توحيد واري عقيدي جي طفيل، خانه بدوش عربن جي خوفناڪ شمشيرن نه رڳو عرب قبيلن جي بت پرستيءَ کي نيست و نابود ڪري ڇڏيو، پر ساڳئي وقت اها سموري هلچل تواريخ ۾ انسان ذات جي ڇوٽڪاري جو هڪ اهم حصو ثابت ٿي. ڇو ته زرتشتن ۾ بديءَ جي عنصر جي واڌ ۽

عيسائيت جي بگڙجندڙ عقيدن، ڪوڙ ۽ ڪپٽ جي اسرار فروشي، موتمار بيمارين، خانقاهي سوچ ۽ پوڄا پاٺ جي طريقن انساني ماحول کي نستو ڪري ڇڏيو هو. انهن بڇڙاين ۽ بدعتن جي خاتمي ۽ سر ڪوبيءَ لاءِ عرب خانه بدوشن جي تپرس ۾ وجهندڙ فوجي سرخرو ئي کين تواريخ ۾ انسانذات جي ترقي ۽ خدمت لاءِ اهل ۽ لائق ثابت ڪيو.

يونان جي شاندار تهذيب ۽ ورثو رومي سلطنت جي ويران کنڊرن ۾ دفن ٿي ۽ عيسائيت جي اسرارن جي اونداهيءَ ۾ گم ۽ غائب ٿي وئي. نيٺ هڪ عظيم مول مقصد خاطر يورپ واسين وچين دور ۾ پنهنجي بيش بها اباڻي ورثي جي مالڪيءَ لاءِ ڪنڌ ڪڍڻ شروع ڪيو ۽ هڪ يادگار تهذيب جي نئين سراڏاوت ڪرڻ جي ابتدا ڪئي. انهيءَ جديد تهذيب جو به لڳ لاڳاپو عرب خانه بدوشن /بدوين جي فوجي رمزن، سياسي ۽ سماجي جوڙجڪ ۽ اسلام جي وحداني اصولن سان هئو. اسلامي تلوار، جنهنجو ظاهري ڏيک ته ڏٺي سڳوري جي فرمانبرداري هئو ، ان جو اصل مقصد هڪ نئين سماجي سگهه (social force) لاءِ ميدان هموار ڪرڻ يا هڪ نئين شعور جي خوشبوءِ ۽ سرهاڻ جي پکڙجڻ جو اعلان هو، جنهن تحقيق بين مذهبن ۽ عقيدن جي دفن ٿيڻ لاءِ کڏ کوٽي ڇڏي.

اسلام، بنيادي طور هڪ مذهبي قوت سان واڳيل فڪر کان وڌيڪ سياسي تحريڪ جو پڙلاءِ هو. ان لاءِ ابتدائي تواريخي دور ۾ لازمي هو ته عرب جي رڻ پٽ ۾رهندڙ رولاڪ قبيلن کي ايڪتا جي تسبيح ۾ پوئڻ خاطر مذهب جي وحداني فڪر کي استعمال ڪيو وڃي. ائين ڏسندي وائسندي اهو سياسي ۽ مذهبي وحدانيت پرست عقيدو پنهنجي پد جي ميجتا جو اعلان ڪندي اهڙو جهنڊو بڻجي ويو جنهنجي ڇانوري هيٺ ، ايشيا ۽ آفريڪا ۾ رومي سلطنت جا هڙئي پرڳڻا اچي ويا جيڪي قديم سماجي آرڊر /فرمان جي زوال منجهان بچي نڪتا هئا. اهي ماضيءِ جا انقلاب پنهنجي حيثيت وڃائي ويٺا- ساڳيءِ ريت عيسائي عقيدو به

پنهنجو انقلابي جوهر ۾ اتساهه وڃائي، آدرشي نقطہ نگاہ کان بہ سماجي زوال يعني رهبانيت اختيار ڪئي ۾ هڪ جهرندڙ سلطنت جو ٽنيو ۽ ٽوٽي ٻڌجي پيو. ائين مسيحي مذهب جي مسخ ٿيڻ جي ڪري جيڪو سماجي گهوٽالو /بحران پيدا ٿيو هئو تہ اهڙي صورتحال ۾ عرب واپاري اميد ۽ ڇوٽڪاري جو سنيهو کڻي آيا. انهن رومي دنيا جي ڍهندڙ ۽ بدبودار سلطنت جي ٻاهران اڇي خيما کوڙيا ۽ پوءِ نيڪ ناميءَ سان اڳتي وڌي آيا. ٿورن لفظن ۾ چئجي تہ (اسلامي انقلاب) انسان ذات کي بچائي ورتو.

هڪ جڳ مشهور اسلامي تواريخ نويس محمدﷺ جي مشن بابت هيٺين ريت لکيو آهي :

”هن ڄاڻي وَرتو هو تہ قوم هڪ وڏي لهر وانگر اصلاح جي اوسيئڙي ۾ ۽ ڄاڻ ۽ اقتدار جي خواهش ۾ سرگردان آهي. انهيءَ لڪل جوش ۽ جولان جنهن عرب عوام جي ذهن کي ڏونڏاڙي ڇڏيو سو محمد جي مشن لاءِ لاڀائتو بڻيو. انهيءَ صورتحال ٻين نبوت جي دعوي ڪندڙن کي بہ اتساهہ ڏنو جيڪي سندس دور ۾ ظاهر ٿيا“ (Okely:History of Sarcens)

اهي ماڻهو جن جي نظر ۾ اسلامي تواريخ مذهبي تنگي جي اظهار طور خانہ بدوشن جي ٽولي پاران استحصال ۽ جبر جو هڪ طريقو آهي، اهڙي سوچ رکندڙن لاءِ ايئن ئي چئي سگهجي ٿو تہ اُهي يا تہ اڻ ڄاڻ آهن يا وري ڏسي وائسي لنوائي رهيا آهن. ڇو تہ محمدﷺ جا وارث جن پاڻ کي مڪمل طور ديني ۽ دنيوي فتوحات سان وابستہ ڪري ڇڏيو، سي انهن انسان دشمن وحشين جهڙوڪ : اٽيلا، چنگيز يا تيمورلنگ وارن کان ڪردار ۽ ماڻهپي جي لحاظ کان وڌيڪ سلڇڻا ۽ سيباڻتا ڏسڻ ۾ اچن ٿا . ڇاڪاڻ تہ هو انسانن کي هڪ الله سان وابستہ ڪرڻ جي هڪ مقصد، مراد ۽ روحاني آجپي لاءِ جدوجهد ڪري رهيا هئا. ايئن بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هنن جي ديانداري ڪٿي ڪٿي وسوسي جي وَڪڙ ۾

اڇي پئي وئي . ان هوندي بہ اُنهن تي منافقت ۽ عياري جا داغ لڳل ڪونہ هئا. حضرت محمد پنهنجي سياءَ جي طريقن سان مذهبي شدت پرستيءَ کي بہ سخاوت، سوچ ۽ مشاهدي جي نرمائي ۽ نمرتا ڏانهن مائل ڪيو. هنن ۾ ذاتي خود غرضي جا جيوڙا ڪونہ هئا ۽ نہ وري هو خداترسيءَ جي پردي پويان لوپي هئا.

تواريخ ۾ ايمان وارن جي پهرين ڪمانڊر / خليفي ابوبڪر جهڙي مخلص ۽ سچار شخصيت شايد ئي ڪا ٻي هوندي؛ هو خدا جي فوج کي تاڪيد ڪندي چوي ٿو تہ انصاف ڪيو، ظلم ڪندڙ ڪڏهن بہ خوش نہ گذاريندو . هڪ سورهيہ وانگر مرڻ قبوليو پر آڙ نہ مڃيو. ٻاجهارا ٻڻجو، پوڙهن ، عورتن ۽ ٻارن جي قتل کان پاسو ڪيو. ميويدار وڻن، کيتن ۽ ڍڳن ڍورن کي ناس ڪرڻ کان بہ پرهيز ڪيو. دشمن جي اڳيان زبان جا ڏٽي ٻڻجو. انهن ماڻهن کي ايذائڻ کان هٿ پري ڪيو جيڪي گوشہ نشيني ۾ گذاري رهيا آهن.

هر جاءِ تي بدوي حملہ آورن جي اُنهن ماڻهن آجيان پئي ڪئي جن کي هُنن بازنطين جي بد اخلاقي، ايرانين جي عذاب ۽ ڪرستانن جي ڪوڙ ۽ ڪپت کان آجو ڪرايو پئي. اهي ايمان وارا، نبي ﷺ جي انقلابي تعليم سان وفادار ۽ خليفي جي حڪمن جي پيروي بہ پابندي سان ڪري رهيا هئا. ان ڪري بدوي عرب، مفتوح لوڪن جي همدردي ۽ سهڪار حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندا ويا. اهو سمجهڻ گهرجي تہ ڪو بہ حملہ آور اوستائين مفتوح قوم ۾ پنهنجا پير پختا ڪري نہ سگهندو جيستائين ڪيس اُنهن جي پذيرائي حاصل نہ ٿيندي.

ٻئي خليفي عمر رضي الله عنه، جنهن جي شوخ شهسوارن هڪ پاسي ايراني سلطنت تي شاندار سوڀ ماڻيندي وچي درياهہ دجلہ تي جهنڊا کوڙيا تہ ٻئي پاسي وري رومي سرڪار جي مکيہ شهر اسڪندريہ جي مالڪي هٿ ڪئي. پر جڏهن خليفو هڪ فاتح جي حيثيت ۾ بيت المقدس ۾ داخل ٿيو تہ اٺ تي سوار ۽ سندس ڪُل مال ۾ هڪ ڏاس جوخيمو، ٽيلهو اٽي

جو ٿيلهو ڪجور جو ڪاٺ جو پيالو ۽ پاڻيءَ جي ڪَلي ساڻ هئا. گبن، پنهنجي لکڻين ۾ ايران ، عراق ، شام، فلسطين ۽ مصر جي فاتح جي سادگي، دينداري، مساوات ۽ سچائيءَ جي ساراهه ڪندي چوي ٿو ته:

”هو جنهن به جاءِ تي ڏاپو ڪندو هئو ته بنان ڪنهن فرق جي سيني همسفرن کي پنهنجي سادي دسترخوان تي دعوت ڏئي گڏ ويهاريندو هو ۽اهو کاڌو هڪ گڏيل دعا سان نوش ڪيوويندو هو. پر لشڪر ڪشي ۽ سفر ۾ سندس انتظامي اختيارن جو نرالو انداز ۽ نياءُ انصاف جو هڪ نمونو هو. هن گهڻين زالن جي عياشي واري رواج ۾ سڌارا آندا. جيڪا بدعت عربن ۾ ڀڳپل وقت کان مروج هئي. ماڻهن کي خراج وصول ڪرڻ جي زور ۽ زبردستي واري ظالماڻي طريقي کان آزاد ڪيو ۽ بدوين کي عيش ۽ آرام واري گذر سفر کان پاسيرو رکڻ لاءِ سختي ڪتب آڻڻ ۾ ڪابه ڪثر ڪانه ڇڏي ۽ سندن رهڻي ڪهڻي جي عمل کي سادگي سان وابسته ڪيو.“

(گبن: رومي سلطنت جو زوال ۽ تباهي)

خالد، جنهن کي نبي (خدا جي تلوار) جو لقب عطا ڪيو هو، هن جي بهادرانه ڪارنامن جي ڪري عربستان، عراق ۽ شام جا ملڪ اسلامي جهنڊي هيٺ آيا. پر جڏهن فوت ٿيو ته سندس مال ملڪيت ۾ هڪ گهوڙو، هٿيار ۽ هڪ غلام هئا. پنهنجي جوانيءَ ۾ ناماچار ڪمائيندڙ خالد چيو (ايئن درست ڪونهي ته ملڪ شام جي خوشحالي يا دولت جي حرص ۽ هوس منهنجي اندر ۾ اتساهه پيدا ڪيو ته پنهنجي سڄي ڄمار مذهب جي عظمت لاءِ سونپي ڇڏيان. مان ته ڏٺي سڳوري ۽ نبيءَ جي رضا خاطر سڀ ڪجهه ڪري رهيو آهيان.)

(رڪارڊ ڪيل: تواريخ نويس ابوالفدا)

مصر جو فاتح عمرو بن العاص، جيڪو پنهنجي شاعراڻي مزاج سان گڏوگڏ هڪ سورهيہ سرواڻ جي بہ وصف رکندڙ هو. هن پنهنجي خاص رپورٽ خليفي عمر رضہ ڏانهن اماڻيندي لکيو : ”ماڻهن جا هشام زمين جي مٿاڇري تي ائين ڇانيل آهن جو انهن کي ماڪوڙن جي فوج سان تشبيهہ ڏجي تہ وڌاءُ ڪونہ ٿيندو ۽ انهن ۾ جيڪا سستي ۽ ڪاهلي گهر ڪري وئي آهي ان لاءِ سولو ۽ آسان طريقو تہ ڇهبڪ جو استعمال آهي. پر هتان جو امير طبقو پنهنجو حصو انهن پورهيتن ۽ مالڪن يا ڏرين کان ڏاڍ مڙسي وسيلي حاصل ڪرڻ ۾ ڪابہ لڄ ۽ حجاب محسوس نہ ٿو ڪري“. اهڙي صورتحال ۾ وقت جي تقاضا هئي تہ وک اڳيرو وڌائجي، ڇالاءِ تہ انهيءَ قديم تهذيب جي طرز ۾ سماجي مساوات جي فڪر ۽ سوچ جي اڻ هوند عروج تي پهتل هئي، ان جي نتيجي ۾ پورهيت طبقو جيڪو غلامن يا شودرن جي شڪل ۾ موجود هو سو مٿئين طبقي لاءِ جبر ۽ استحصال ۾ ورتل هو. انهن کي مشڪل سان انسان سمجهيو پئي ويو. اقتصاديات جي پراڻي ۽ فرسوده سرشتي ۾ پهرين خليفي جي فرمان مطابق انقلابي تبديليون آنديون ويون، جنهن سان پورهئي جي اهميت اڀري آئي. ائين جڏهن پورهيت طبقي جي پورهئي سان ناڻي جي اپت ۾ واڌارو آيو تہ اهو ناڻو خود بخود واپار لاءِ تحريڪ جو ڪارڻ بڻيو. مصر جي گورنر عمرو بن العاص پنهنجي انتظام ۽ اختيارن کي فرعونن ۽ بطليموسن جي ڏرتيءَ تي اصلاحات سڌارن کي اهڙو تہ سيباڻتي ڍنگ سان لاڳو ڪيو جو اقتصادي امتياز جي خاتمي سبب ان جي سوچ ۽ ساڃاهہ تي از خود سرهائي محسوس ٿئي ٿي. ٿلهي ليکي تہ مصر جيڪو صدين کان يونانين ۽ رومين جي ڦر لٽ جو نشانو بڻجندو پئي آيو. سو مسلمانن جي اقتدار اعليٰ سبب خوشحال بڻجي ويو. اهڙا ڪوڙ سارا ثبوت ملن ٿا، جنهن مان پتو پوي ٿو تہ اهي ماڻهو (مسلمان) وحشين وانگر انساني قتل عام، لٽ مار ڪرڻ، ظلم ۽ جبر کي مذهب جي نالي ۾ استعمال ڪرڻ کان ڪوهين ڏور هئا.

ان ڪانسواءِ سندن فتوحات جو مدو مختصر رهيو پر علم، ڄاڻ ۽ ڪلچر جي اوسر جو سلسلو شروع ٿيو جنهن جي سرپرستي خليفن ۽ سندن آزاد توڙي ڏن ڀريندڙ بادشاهن ۾ ٿيڻ لڳي. انهيءَ آڏار سان ڏسبو تہ جنگي دور جو خاتمو نبيءَ جي آمد کان پوءِ هڪ سو ورهين جي ٿوري عرصي ۾ پڄاڻي تي رسي ويو جڏهن عباسين، بغداد يعني (امن جو شهر) ۾ خلافت جو پايو رکيو تہ عربن جي فوجي حڪمت عملي ۽ چرپر قدرتي طور ڏورانهن علائقن کي محفوظ ۽ سلامت رکڻ تائين محدود ٿي وئي.

بهرحال عرب بدوين جي سخت مزاج ۽ سوچ ويچار ۾ وقت جي وٿيءَ ۽ خوشحالي جي ڪري ماٺار ايندي وئي. هنن جنگين وسيلي خوشحالي ماڻڻ واري ڪارج / سلسلي کي ترڪ ڪري وڻج واپار ۽ صنعت ڏانهن ڌيان ڏنو. ايئن نالي ڪمائڻ خاطر ڌرتيءَ تي جنگ وجدل کي بر پا ڪرڻ جي برعڪس سائنس ۽ ادب جي ڳولا ڦولا لاءِ پاڻ کي راغب ڪيو. هتي هڪ وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ خوشحالي آڻڻ منجهان اها مراد ڪانہ هئي تہ هڪ خداءِ رسول جي نالي ۾ مذهبي فرقيواريت جا ڪوپا اکين تي چاڙهڻ . پر سماج جي خوشحالي ۽ گهرو زندگيءَ جي سڌاري لاءِ جدوجهد ڪرڻ هو. جنهن ڪري جنگ ۽ ويڙهاند عرب بدوين لاءِ مستقبل ۾ اتساهہ، خوشحالي ۽ فخر جو وسيلو ڪانہ رهي هئي. ڇو تہ هنن کي سڌ پئجي وئي هئي تہ سندن دائمي خوشحالي هن دنيا ۾ امن امان قائم ڪرڻ سان ڳنڍيل آهي جنهن جي ٺاهڻ ۾ سندن جي وڏڙن جي جرئت ۽ مردانگي بہ شامل آهي. لا شڪ اهي سورهيہ ۽ سورما جيڪي ابوبڪر ۽ عمر سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏئي جنگ جي ميدان ۾ مذهبي سوچ سان وڙهيا هئا ۽ ان لاءِ ڌرتي تي رتوڇاڻ بہ ڪئي هئي، انهن جي پونئرن ڄاڻي ورتو هئو تہ مانائتو پد واپار ۽ صنعت آهي پر اجان بہ منافع بخش وهنوار سائنس ۽ فلسفو آهن.

نيٺ سانده ٿي سو ورهيه امن، خوشحالي ۽ ترقي جا جيئن ئي پورا ٿيا تہ عرب بدوين جي شجاعت ۽ دليري وري پڙڪو ڪاڏو جڏهن عيسائي حملي آورن گمراهہ ڪندڙ صليبي لڙايون مسلط ڪيون. اڳتي هلي مسلمان فاتح قرآن جي ٻڌايل ضابطن کان لنوائي پنهنجي سرِ ڦر لٽ، ڌڳي ، جبر ۽ ڏاڍ جا ساٿاري بڻيا تہ اقتدار جون واڳون ڪسجي وچ ايشيا منجهان آيل وحشي منگولن جي سپرد ٿيون. انهيءَ ردوبدل جو مکيہ ڪارڻ اهو هئو تہ عرب ڪلچر تي علم ۽ عقل جي فروغ کان وڌيڪ آسائشون ۽ عياشيون حاوي پئجي ويون، ۽ اهڙين روايتن کي فخريہ نموني اسلامي ورثو ڄاڻايو ويو. جنهن ڪري هو انقلاب جي بنيادي آب و تاب ۽ جوهر کان محروم ٿيڻ لڳا ۽ ائين تاتارين ۽ ترڪن جي ظالمانہ وهنوار ۽ ڪسب جو هڪ حصو بڻجي ويا .

اسلام بابت تواريخ جي حوالي سان اهڙا افواه پکيڙڻ متيون منجهائڻ برابر آهي تہ هن جو واسطو جنگ وجدل سان آهي، ان لاءِ هتي اهو سمجهڻ ضروري آهي تہ محمد رڳو بدوي بهادرن جو نبي نہ پر عرب واپارين جو بہ نبي هو. ان ڪري هن جنهن مثالي ضابطن سان اسلام کي سنواري ۽ سينگاري پيش ڪيو تنهن کي اڄ جي رائج وهم ۽ وسوسن وسيلي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. اسلام جي لغوي معنيٰ آهي تہ امن قائم ڪرڻ لاءِ هڪ الله جي وحدانيت جو ويساهہ ۽ وچن ڪرڻ ، ان لاءِ بت پرستي جي بدعتن کي رد ڪرڻ جيڪي هڪ انسان کي رب جي هيڪڙائي کان گمراهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون. ان لاءِ ضروري ڄاتو ويو تہ عرب قبيلن جي ٻڌيءَ وسيلي زمين تي امن امان قائم ڪجي. ڇو تہ انسان ذات لاءِ امن هڪ ضرورت ۽ عظيم وکر پڻ هو. اها امن امان جي بنيادي خواهش عرب واپارين جي پڻ هئي تہ جيئن امن جي وايو منڊل جي ڪري واپار ۾ واڌارو ٿي سگهي. دائمي امن لاءِ لازمي هئو تہ زوال پذير رياستون ۽ اجهامندڙ مذهب جيڪي لڳا تار لڙاين ۽ لا حاصل انقلابن جي پنڊي ۾ باهہ ٻاريو ويٺا هئا انهن جو انت

۽ پڇاڙي آڻڻ . ايئن محمد جنهن امن جي عقيدي / متي جو ڦهلاءَ پنهنجي رياست ۾ ڪيو ان کي بدوي خانہ بدوشن پنهنجي بهادري ۽ شجاعت وسيلي ثمر قند ۽ اسپين جي پرانهن علائقي تائين پهچائي ڇڏيو.

اها عالم آشڪار ڳالهہ آهي تہ جيڪو بہ ملڪ عربن جي ماتحتي هيٺ پئي آيو ان جي اقتصادي حالتن يعني صنعت ۽ زراعت ۾ چوهائي ايندي پئي وئي. ائين عربن جي واپاري مزاج کي جڙ تہ ڪنهن بہ اسلامي رياست جو جوهر سمجهيو ويو. ان جي ابتڙ رومي دنيا ۽ بين قديم تهذيبن جا حڪمران پيداوار جي بدلجندڙ ذريعن کي اجايو ۽ عبث سمجهڻ سان گڏوگڏ واپار ۽ صنعت جي طريقن کي تہ ڏڪار ڀريل نظرن سان ڏسڻ جا عادي ٿي ويا هئا، جنهن ڪري جنگ ۽ جنگي حرفتن کي پنهنجي لاءِ عزت ۽ وڏائي جو باعث سمجهندا هئا. هوڏانهن وري عربن ۾ هڪ جداگانہ جبلت سانپيل هئي. اهو هيئن تہ خانہ بدوش رهڻي ڪهڻي جي ڪري محنت، مشقت ۽ پورهيو هنن لاءِ جڙ تہ آجپي جو نمونو هو. ان ڪري چٽيءِ ريت سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ هڪ اسلامي رياست جا سماجي آدرش ٻين پراڻين رياستن کان جداگانہ طرز جا هئا. ڇو تہ اسلام، صنعت جي پنيرائي ڪئي ۽ فطرت جي مهربانين کي کولي نروار ڪيو. انهن واپار کي هٿي ڏيڻ ۽ مانائتي پيشي جو پد ڏيڻ سان گڏوگڏ ادب ۽ سائنس جي کوجنا لاءِ بہ نت نوان تجربا ڪيا. بغداد جا خليفا تہ پنهنجي سر بہ وڏن واپاري گهراڻن سان تعلق رکندڙ هئا. اهڙي ريت بخارا ۽ ثمر قند جي درٻارن جو مهذب ۽ شائستہ نظارو، آفريڪا جي فاطمي حڪمرانن جي سخاوت، اسپين جي حاڪمن جو دٻدٻو ظالماڻي طرز سان اڳاڙيل ٽئڪس تي مداريل نہ هو پر انهن جو وهنوار واپار کي همٿائڻ هو.

هونئن ڪجهہ مخصوص حالتن هيٺ واپار، روحاني انقلاب لاءِ پڻ هڪ ذريعو هوندو آهي، ان جو چٽو مثال آهي تہ عرب واپارين جي

سهڪار سان وحدانيت يا محمدن ازم جو پايو پيو. سچ پچ تہ رڻ پٽ جي رولاڪ خانہ بدوشن ۾ ايڏو تہ جذبو ۽ جولان اُپريو جو تواريخ جي هڪ مختصر دور ۾ هڪ خوشحال ۽ عظيم الشان سلطنت ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. قرآني قانون، سماجي تعلقاتن جي ڪيتر ۾ ڄڻ تہ هڪ انقلابي روح ڦوڪي ڇڏيو. پيداوار جي ذريعي جيڪو بہ بي پناهہ اضافو آيو سو انهيءَ انقلاب جو مرهون منت هو ۽ اهو سمورو سٺاءَ /رٿابندي هڪ نئين ۽ آفاقي دور جي آمد جي اعلان سان گڏوگڏ روحاني آسودگي جو ثمر پڻ هو. اصل ۾ واپار انسان کي ڏورانهن ڏيهن جي مسافري سبب سوچ ۽ فڪر جي دائري کي وسيع ۽ ڪشادو بنائڻ جو ڪارڻ آهي. ڇو تہ پانت پانت جي ماڻهن سان ميل ميلاپ سبب محدود مڪاني حالتن ۽ ڪٽر پڻ جي حدبندين مان واپاري ذهن آجو ٿيندو آهي. هن ۾ سهپ جي مادي جو واڌارو، من ۾ بين لاءِ محبت ۽ انهن جي فڪر کي سمجهڻ بابت اڻ تڻ ۽ آدرشن لاءِ چاڻ ۾ اضافو ٿئي ٿو. ائين هن ۾ ڪنهن بہ راز جي کوجنا جو تجسس ۽ نتيجو حاصل ڪرڻ جو حرص کين اڻ ڏٺل ڏيهہ ڏانهن سفر لاءِ اتساهيندو رهندو آهي ۽ جڏهن هو زمين تي پير رکندو آهي تہ پنهنجن نتيجن جي آڌار تي اکيون ٻوٽي ويساهہ ڪرڻ جي ڪيفيت جو خاتمو اچي ويندو آهي ۽ منجهس عيب ۽ ثواب جي پرکڻ جي ذهني صلاحيت سبب ڏاهپ حاصل ڪرڻ جي چاهت وڌي ٿي. سوداگريءَ جو گورک ڌنڌو کيس منجهيل مامرن کي سُلجهائڻ لاءِ جوش ۽ جذبو پيدا ڪري ٿو. ائين هن جي اندر ۾ هرويرو اميري ۽ معتبريءَ لاءِ بہ دلچسپي پيدا ڪانہ ٿي ٿئي. هن جي دماغ ۾ نفعي حاصل ڪرڻ جي چاهت رهي ٿي. ان ڪري هڪ موه رکي ٿو تہ سندس اُٺ يا غوراب، اناج ۽ مصالحن سان سٿيل آهن. ائين منجهس منافع بخش حاصلات لاءِ ڪشش مستحڪم بڻجي ٿي ۽ هو سولي ۽ آسان طريقي سان پنهنجي ماڳ ۽ مڪان تي پهچڻ گهري ٿو. يعني منافعو حاصل ڪرڻ ۽ ان خفت تي جيڪو وٹ يا وڪر خريد ياوڪرو ڪرڻ گهري ٿو

ان مان هو سگهارا نتيجا هٿ ڪرڻ لاءِ وکر يا وٿ ۾ پنهنجي دل جي چڪ کي ثانوي درجو ڏئي ٿو. هن جي سوچ جي مرڪز ۾ ججهي منافعي ڪمائڻ جو جزو رهي ٿو.

ڏارين لاءِ سهپ جو مادو انهن کي سمجهڻ لاءِ سوچ ويچار ڪرڻ، ساڙ ۽ بغض کان آزاد رهڻ، لياقت يا ذهني صلاحيت جو پندار، ڪنهن به مونجهاري کي حَل ڪرڻ جي اهليت، مطلب ته انهن هڙنئي خوبين جو پندار هڪ واپاريءَ ۾ ٿي سگهي ٿو. سندس پيشي کي ٿورو عميق نظرن سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪبي ته اهو چوڻ ته ڏاهپ ۽ چاڻ جي حصول جو هڪ اهم ذريعو آهي . چو ته ڏار ڏار ماڻهن يا وڻ وڻ جي ڪاٺيءَ وانگر عقيدا رکندڙ ماڻهن سان اٺ ويهه ڪرڻ سبب چڻ ته هڪ الهامي سياڻپ منجهس ديرو ڄمائي وجي ٿي. اهو هيئن ته هڪ اک ۽ عقل جي سوچ، متروڪ ٿيل رسم رواجن يا زهد عبادت کي ڏسڻ ۽ پرکڻ، لازوال سچ جي حقيقت ۽ عظمت لاءِ راءِ قائم ڪرڻ انهن سڀني شين بابت سيلاني سوداگر جو ذهن سوچ ۽فڪر جي دائرن ۾ گردش ڪندو رهي ٿو. جنهنڪري عقيدن کي عقل جي ڪسوٽيءَ تي پرکيندي روايتي مذهبيت ۽ سندن سنڌ ٿيل سوچ تي افسوس ڪندو رهي ٿو. هوڏانهن ٻئي پاسي روشن خياليءَ جي انهن سڀني عنصرن لاءِ عزت ۽ احترام جو اظهار ڪري ٿو، جيڪي هڙنئي عقيدن ۽ عبادتن جي گوناگون طريقن جي پويان فطري سچاين جي تلقين ڪن ٿا .

قرون وسطيٰ جي زماني ۾ وڻج واپار جا بين الاقوامي گذرگاهه /لنگهه اهڙن ملڪن منجهان هئا جيڪي اسلام جي دائري ۾ عرب جي حڪمرانيءِ ۾ اچي ويا هئا. ان کان سواءِ اتر وارو چين جو واپاري رستو جيڪو قسطنطنيه مان لنگهندو ۽ اٽليءِ کان ٿيندو يورپ جي ٻين ملڪن ڏانهن ويندو هئو سو گهڻي ڀاڱي جوکائتو، سٽين جي عذاب ۽ بازنطيني حاڪمن جي جبر کان محفوظ ڪونه هو. اڳتي هلي اجان به جڏهن عربن، شام، عراق، ايران ۽ دجله جي آسپاس جا علائقا فتح ڪيا

تہ انهن چين ڏانهن ويندڙ واپاري رستي کي بہ اتر آفريڪا ۽ اسپين جي مفتوح علائقن ڏانهن لاڙي ڇڏيو ۽ جنهن جو انت رسائي الهندي يورپ جي مارڪيٽن تائين هڪ طرف هندوستان ۽ چين جي واپار سان تہ ٻئي طرف يورپ جي واڳ بہ عربن جي هٿ ۾ اچي وئي. هزارين واپارين جا قافلا جيڪي بيش بها مال سان سٽيل هوندا هئا سي بنان ڪنهن ڊپ ڊاءِ جي هندوستان کان ٽيندا، چين اُڪري، موراڪو ۽ اسپين تائين ڏينهن رات سفر ڪندا هئا. انهن واپارين کي ڪنهن بہ علائقي ۾ آزارڻ ۽ ايذائڻ کان پاسو ڪيو ويندو هو. ڇاڪاڻ تہ جن بہ ملڪن منجهان سفر ڪندا هئا سي مهذب ۽ سڌريل هئا. ٿورن لفظن ۾ ايئن ڪٽي ڇئجي تہ بدوين جي شهنشاهيت ۾ تاجر طبقو جڻ حڪمران طبقو هو. علم ۽ تهذيب جي سگهہ بدوين جي سلطنت کي وڏيڪ سکيو ستابو ٻڻائيندي انهن جي وسعت خيالي /آزادانہ فڪر ۽ سوچ کي سموري جهان ۾ پکيڙي ڇڏيو. هتي هڪ ڳالهہ هيئين سان هنڊائڻ گهرجي تہ جنگجو سربراهن ۽ جنوني مذهبي مهندران جو اتحاد هڪ اهڙي خوفائتي عقيدي جي صورت اختيار ڪندو آهي جيڪي مدي خارج ۽ منجهيل تصوف کي جنم ڏيندا آهن. ان جي ابتڙ فلسفي ڏانهن رغبت ٽيڻ منجهان مراد آهي تہ ڏاهپ ۽ عقل جي ڪسوٽيءَ تي سنسار جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ وارو حڪمران طبقو جيڪو سماج ۾ واپارين جي نمائندگي پڻ ڪري رهيو هو انهيءَ سبب ماضيءَ ۾ يونان جون شهري رياستون فلسفي جون جنم ڀوميون ليکيون وڃن ٿيون.

اسلام پنهنجي جوهر جي ليکي چوکي ۽ تواريخ جي اوسر ۾ هڪ عنصر طور جڻ تہ انساني خوشحاليءَ جو سنيهو ٻڻجي آيو ۽ پنهنجي اثر سان انساني سوچ ۽ ساڃاهہ ۾ هڪ انقلابي تبديلي آڻي ڇڏي. اهو سڀ ڪجهہ ان ڪري ٿيو جو اسلام مُدي خارج تهذيبن کي ميساري اڳتي وڌي آيو هئو. پر جڏهن وقت جي وٿي ۽ سماج ۾ اٿل پٿل جي طلب بہ اثرانداز ٿيڻ لڳي تہ نئين صورتحال ۾اسلام جي روحاني علمبرداريءَ

جي سربراهي ۾ين جي سپرد ٿيڻ جو عمل شروع ٿي ويو. لاشڪ، اسلام هڪ جديد آدرش معرفت سماجي انقلاب جي پيش قدميءَ لاءِ راهه هموار ڪئي. اهو آدرش هو سائنس ۽ فلسفي جي ڄاڻ. اڄ جي نئين سماجي انقلاب جي آدرش ۽ ترقيءَ جو ثمر پڻ اسلامي ڪلچر جي معرفت ممڪن ٿيو.

سرمايه دارانه طرز زندگي، جنهن يورپ کي وحشي دور کان نجات ڏياري ڇڏي، ان به سائنس ۽ فلسفي جي هٿيار سان مذهبي بالادستي ۽ ڪليسا جي روحاني هڪ هٽي ۽ قبضي کي ڌڪهي ويڙهاند وسيلي پيچي پورا ڪري ڇڏيو. اهو فلسفي جو هٿيار، قديم دور جي يوناني ذاهن جي ايجاد چئي سگهجي ٿو. پر اهو ڪارائتو هٿيار ڦرندو گهرندو جديد تهذيب جي پيڙهه پٿر رکندڙن وٽ عرب عالمن جي معرفت پهتو. انهن لائق انسانن، انهيءَ علم ۽ عرفان کي پنهنجو قيمتي اباڻو ورثو سمجهي سيني سان لاتو پر ان ۾ چڱو موچارو واڌارو به ڪيو. اها تواريخي ويڙهه جيڪا عرب خانه بدوشن اسلام جي جهنڊي هيٺ هڪ هزار ورهين ۾ ٽن کنڊن تائين ڦهلائي ڇڏي هئي، تنهن کي اڳتي وڌائڻ ۽ فتح منديءَ جي نئين منزل سان هم ڪنار ڪرڻ جا موڙ ارڙهين صديءَ جي باغي يورپ جي مٿي تي ٻڌل آهن ۽ اهو آهي روشن خيالي وسيلي وچولي طبقي جو انقلاب آڻڻ.

باب ٽيون

# اسلام جو سماجي ۽ تواريخي پس منظر

اسلام رڳو محمد ﷺ جي پورهئي جو ثمر ڪونهي جيئن گهڻو ڪري ٻين مذهبن جي نسبت يا لاڳاپو سندن نبين جي نالي سان ڳنڍيو ويندو آهي. هونئن مذهب کي ڪنهن به فرد واحد جي ڪاوش جو نتيجو نه سمجهڻ گهرجي . ڇو ته مذهب پاڻمرادو نمودار ڪونه ٿيندو آهي يا وري نه ڪنهن غيب دان يا اولياءِ جي ڪرشمه سازيءَ جو ڪرتب هوندو آهي. ان ڪري اسلام به ٻين مذهبن جيان وقت ۽ حالتن جي رد عمل جي پيداوار آهي .

جيتوڻيڪ، هو (عرب) گهڻي ڀاڱي بدبختيءَ جي انهيءِ شاهراهه جي آسپاس رهندڙ هئا، جتان فاتح اسيريائي،ايراني، يوناني، ۽ رومي فوجن جا گذرگاهه هوندا هئا. پران هوندي به عرب اپٻيٽ جا رهواسي پنهنجي آزاديءَ کي فطرت طرفان مليل نعمت مطابق برقرار رکڻ ۽ زندگيءَ جي سفر کي به حالتن موجب جالڻ جي اهليت رکندڙ هئا. آزاديءَ سان انتها درجي جو پيار ڪندڙ عرب جي رڻ پٽ جا رهواسي ۽لاچار حالتن ۾ به گهارڻ جا عادي، اڪيچار قبيلن ۽ گروهن ۾ ورهايل، سدائين هڪ ٻئي سان دشمنيءَ جي بنيادن تي جنگي حالتن ۾ وَرتل هوندا هئا .

عرب گهڻو تڻو دنيا جي ٻين قومن ۽ قبيلن کان به ڇڳل هئا جنهن ڪري ٻاهران آيل کي دشمن تصور ڪندا هئا. ان کان سواءِ بک ۽ بدحالي به چڙ ته هنن ۾ گهر ڪري وئي هئي. اهي ٻئي عنصر، عربي

قانون ۽ اخلاقيات جو جُزُ ۽ جوهر بڻجي پيا هئا. هنن کي ويساهه ويهجي ويو هو تہ جيئن تہ هو جلاوطن اسماعيل جي پونئيرن منجهان آهن ۽ کين قدرت سزا طور پيانڪ رڻ پٽ ۾ وَسايو آهي ۽ سکيا ستابا علائقا ۽ سرسبز زمينون انسان ذات جي ٻين قبيلن کي عطا ڪيون ويون آهن. انهيءَ لحاظ کان قوت گُذرانَ لاءِ پنهنجي حصي پٽي جي نعمتن کي ڌاڙ مڙسيءَ سان حاصل ڪرڻ ۾ پاڻ کي حق بجانب سمجهندا هئا، جن کان کين محروم ڪيو ويو هو.

رومي تواريخ نويس پلني(PLINY)، محمد ﷺ جي آمد کان ڇهہ سو ورهيہ اڳ عربن بابت لکي ٿو: "اهي ٻن مکيہ وهنوارن کي پنهنجي گذرسفر لاءِ ڪارائتو ۽ ڪارگر سمجهن ٿا. هڪ ڦرلٽ ۽ ٻيو واپار. ان کان سواءِ خوشحال رهڻ، رڍون پالڻ ۽ گهوڙن ڊارڻ جو بہ شوق رکن ٿا." ائين ابتدائي دور ۾ سماجي ارتقا کي ڏسبو تہ اهي ٻئي وَهنوار يعني ڦرلٽ ۽ واپار، جي وچ ۾ هڪ اڻ وسهندڙ / اڻ ڏٺل لچڪدار حدبندي انهن ٻنهي کي نالي ماتر وٿير ڪو ڪري بيهاري ٿي. اهو هيئن تہ واپاري ڪنهن بہ وکر کي سستي اگهہ ۾ خريد ڪري ٺاهوڪي نفعي تي وڪرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. يعني گهٽ ۾ گهٽ رقم ڏيڻ ۽ وڌ ۾ وڌ منافعو ڪمائڻ . جڏهن تہ چوري ۽ ڦرلٽ جو ڪاروبار ڪين هڙَ ۾ اجا بہ گهٽ اگهہ ۾ پوندو آهي. اڳتي هلي واپاري طبقي جي پوزيشن مستحڪم بڻي تہ هن وَڌ ۾ وڌ نفعو ڪمائڻ کي پنهنجو موروثي حق سمجهي وَرتو. هوڏانهن چٽاپيٽيءَ جي مد ۾ سندس مال جي قيمتن ڪرڻ جو بہ خدشو موجود هئو. ان خال کي پرڻ لاءِ سولو ۽ آسان طريقو مخالف جي مال کي ڦرڻ هو. اهڙي حرفت جي آڌار سان چٽا پيٽي ڪندڙ کي مارڪيٽ کان پري رکيو ويو پر سندس مال مڏي اڻ سڌيءَ طرح هڪ طاقتور ڌر جي ملڪيت بڻجي پيو. اجا بہ ائين چئجي تہ ڦرلٽ پنهنجي جاءِ تي واپاري گذرگاهن ۽ مارڪيٽ لاءِ مورڳو هڪ اثرائتو

هٿيار ٻڌجي پئي. واپار پنهنجي شروعاتي دور ۾ جتي ڪٿي انهي عمل مان لانگهائو ٿيو. جيڪو اڄ جي واپارين لاءِ سچ پچ هڪ چرڪائيندڙ مثال آهي. ڦرلٽ جو هٿيار جنهن کي سندن وڏڙا هڪ سيبائتو ڌنڌو سمجهندا هئا، پر اڄ جا وارث هڪ اهڙي سنيئن سڌي راه تي جڳ مشهور پهاڪي تي عمل ڪري رهيا هئا: ”ايمانداري سڀ کان اتم ۽ اعليٰ اصول آهي.“

هاڻي ماراماريءَ سمجهه کان مٿي پهتل وهنوار سان گڏ هنن ۾ انسان ذات جو هڪ ٻيو ويڙهاند جو عنصر يعني سياست به ساراهه ڪرڻ جي حد تائين وڌي وڃڻ ٿيڻ لڳي. انهيءَ ويڙهاند جي ظاهري وهنوار سان ڌرتي جي طبعي جوڙجڪ جو واسطو هو. جنهنڪري عربن فطرتي طور واپار ۽ ويڙهاند ۾ پنهنجي دور مطابق بي پناه ترقي ماڻي. ان ڪري سندن بهادر ۽ جنگجو مزاج بابت قصا ۽ ڪهاڻيون جڻ ته ديو مالائي افسانا بڻجي ويا. ائين جڳ مشهور تواريخي رڪارڊ (ايام العرب) جيڪو بدوي بادشاهت بابت آهي، جنهن ۾ سڪئي ستابي دور جي ذڪر سان گڏوگڏ نبيءِ جي آمد کان اڳ اهڙن سترنهن سو جنگين جا بيان آهن جيڪي هڪ ٻئي سان وِڙهيون ويون هيون. ان ڪري جيڪڏهن بدوي پاڻ کي جنگجو طبيعت جي ڪري ٻين کان مٿيرو ڄاڻندا هئا ته انهن اهڙي خوبي ۽ خاصيت اسلام جي عقيدي مان حاصل ڪانه ڪئي هئي. هو ته ايامن کان سورهيه ۽ جنگجو هئا ۽ کين اڳتي هلي حڪم ڪيو ويو ته پنهنجي تلوار کي رب جي راهه ۾ ارپي ڇڏيو. ان ڪري سمجهڻ گهرجي ته جيڪي به فوجي ڪارستانيون اسلام جي نالي ۾ ٿيون سي نبي عربي جي پرچار جو اثر نه پر ان زماني جي سماجي حالتن جو ردعمل هيون جنهن ۾ پاڻ پيدا ٿيو هو.

نبي سڳوري ﷺ جي آمد کان اڳ عربن جي وچ ۾ جيڪي به خونريز لڙائيون ٿيون سي تباهيءَ جو هڪ المناڪ داستان آهن، پر اهي

بہ بهادري ۽ شجاعت جي مقرر ٿيل معيارن مطابق ڪيون وينديون هيون. اهو بي تحاشا وهندڙ رت بہ عرب جي وارياسي زمين کي آباد ڪري نہ سگهيو . پر ٿيو هيئن تہ ڦرلٽ جو منافع بخش ڪاروبار جيڪو هو آد جڳاد کان ڪندا پئي آيا سو هاجيڪار ثابت ٿيو. پر ان جي ابتڙ واپار جو وهنوار عربن جو اباڻو ورثو هو جيڪو هنن جي فڪر ۽ سوچ ۾ ردو بدل آڻڻ جو باعث بڻيو. جنهنڪري تباهہ ڪندڙ جنگي جنون جي جاءِ تي روايتي بهادريءَ جي گڏ بدوين کي سودمند رستي ڏانهن مائل ڪيو. انهيءَ معاشي حاجت مندي جي ايرندڙ رجحان ۽ فڪر (مذهب /دين) کي وڌيڪ شفاف ۽ سيبائتو بڻائي ڇڏيو.

عربستان جيڪو پنهنجي طبعي بيهڪ جي حساب سان وارياسي رڻپٽ تي محيط آهي. ان جي ٽن پاسن کان اهڙا سکيا ستابا ۽ آباد ملڪ هئا جيڪي آڳاٽين تهذيبن جا مکيہ مرڪز ۽ صنعت توڙي زراعت ۾ بہ قديم دور کان ترقي يافتہ هئا، ڏکڻ ۾ سمنڊ وسيلي هندوستان سان جهاز راني وسيلي ڳنڍيل هئا. ايئن عربستان پنهنجي شاندار طبعي جوڙجڪ جي ڪارڻ، خشڪي جي قافلن ۽ سامونڊي واپار جو هڪ مکيہ شاهراهہ بڻجي پيو، جنهنڪري هندوستان، ايران، اسيريا، شام، فلسطين، مصر ۽ حبشہ جهڙن ملڪن لاءِ واپار جي مٽاسٽا جو مکيہ مرڪز بڻجي ويو. آڳاٽي زماني ۾ واپار جو رستو جيڪو افريڪا ۽ ايشيا کي رڻ پٽ ڏکڻ کان اتر طرف ڳنڍيندو هئو ۽ بيابان جي سفر کان سيڪو پاسو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. پر نيٺ بازنطين بادشاهت جي جابرانہ ۽ ڳاٽي ٽوڙ محصولن ۽ سرڪاري عملدارن جي اڻ ڪٽندڙ رشوت، سوداگرن کي انهن خطرناڪ ۽ رت پياڪ چورن مان جند آجي ڪرائڻ لاءِ بدوين جي مهمان نوازي ۽ تحفظ جو سهارو وٺڻو پيو.

ابتدا ۾ عرب جيڪي بہ محصول وٺندا هئا سو سندن مقرر ٿيل اصول ۽ اخلاق جي دائري ۾ هوندو هو. پر وقت گذرڻ سان کين محسوس

ٿيڻ لڳو تہ ڦرلٽ يا اُڳاڙيءَ جي پيٽ ڀروا پار وڌيڪ سودمند وَهنوار آهي. انهن سڀني قبيلن ۾ سڀ کان اڳرا قريش هئا جن فتني ۽فساد کان پاسو ڪندي امن امان جي پاسخاطري ڪندي واپار جهڙي منافع بخش وٺ ڏانهن ڌيان ڏنو. هو گهٽي پاڳي ڳاڙهي سمنڊ جي ڪناري سان آباد ٿيا ۽ ڏسندي ئي حبشہ جي واپار تي ڇانئجي ويا. ان کان اڳ جو ايشيا جو رستو سندن لاءِ رنڊڪ بڻجي، عيسوي صدي جي اڳياڙي ۾ مڪو قريش قبيلي جي گاديءَ جو هنڌ. اهڙي جاءِ تي هو جتي ڏکڻ کان اتر ۽ اولهہ کان اوڀر جا واپاري رستا هڪ ٻئي سان ملندا هئا. ائين يمن مان، عربي سمنڊ وٽ قريش قافلا هندوستان جومال کڻندا هئا، جنهنجي لڳ ڀڳ هاڻوڪي عدن جو جديد  بندرگاه آهي. ساڳي وقت هنن جي بيش بها ذميوارين ۾ اضافو آفريڪا ۾ حبشہ سان واپار ڪرڻ ۾ آيو. هوڏانهن اتر طرف سفر جي پڄاڻي دمشق جهڙي واپاري مرڪز تي ٿيندي هئي، جتي اناج جا انبار ۽ اڪيچار مصنوعات آنديون پئي ويون تہ جيئن عطرعنبير، هيرن جواهرن ۽عاج جي عيوض ۾ مٽا سٽا ڪري سگهجي. انهيءَ مٽاسٽا جي وَهنوار مڪي جي گهٽين ۾ ججهي خوشحالي آڻي ڇڏي. اڃان بہ اڳتي هلي اولهہ اوڀر جو واپاري لنگهہ بہ مڪي مان ٿيڻ لڳو تہ اهڙي صورتحال،قريشن جي خوشحاليءَ ۾ چار چنڊ لڳائي ڇڏيا. پرهوان منزل کان اڳيرو وڌڻ لاءِ هٿوراڙيون بہ هڻڻ لڳا.

ساڳي وقت ٻيا عرب قبيلا بہ قريشن ۾ آيل آزادي ۽ خوشحالي سبب اندر ۾ حرص ۽ ساڙ محسوس ڪرڻ لڳا پر هنن (قريشن) پاران روايتي قانون ۽ اخلاقي قدرن جي پاس خاطري ڪارڻ ڪو بہ سندن تذليل ڪرڻ جي همٿ نہ ڪري سگهندو هو. ائين هنن جي شرافت ۽ بزرگي جو ايترو تہ چوطرف ساراهہ ٿيڻ لڳي جو جنگ ۾ اڳرائي ڪندڙ توڙي بچاءَ ۾ وڙهندڙ ڌرين ۾ سندن حيثيت قبائلي ديوتائن جهڙي بڻجي وئي. اهڙي ريت ڦرلٽ جو قومي شغل جيڪو گهٽو ٽٽو غفلت  ۽ بي

ڏيانيءَ جي سبب ٻين جي جانين لاءِ تباهي ۽ بربادي جو ذريعو بڻجندو هو ان ۾ ڊرائي اچڻ لڳي ۽ ان جي جاءِ تي هڪ نئين روايت (قومي واپار) ۾ تبديل ٿيڻ لڳي. انهي ردوبدل لاءِ لازمي ٿيو ته پراڻين قبائلي رنجشن ۽ نفرت کي ختم ڪري اتحاد جي ذميواري نڀاهڻ لاءِ سياسي ايڪتا ڏانهن پيش رفت ڪجي، جيڪا تواريخ جي منطقي نقطہ نگاہ کان انهن ماڻهن جي ڳُلهن تي رکي وئي هئي، جن جي هٿن ۾ اقتصادي شڪتيءَ جون واڳون هيون. ڇو ته انهن هٿن ۾ ئي اهليت ۽ قابليت هئي ته تواريخ جي طلب مطابق پنهنجي ڪاميابيءَ واري ماڳ ۽ مقام تي پهچي سگهن. انهي ذميواري لاءِ تواريخ ۾ چونڊيل ماڻهو قريشن کي چئي سگهجي ٿو.

عربن جا پاڻ ۾ جيتوڻيڪ ايامن کان لڳا تار جهيڙا جهٽا هلندڙ هئا ته به سيئي عرب قبيلا، مڪي جي ويجهو ڪعبي ۾ عبادت ۽ قربانيءَ جي رسمن ۾ هڪ ٻئي سان گڏ هوندا هئا. قريش قبيلي، قومي عبادت جي مَسند تي اختيار حاصل ڪري ورتو ۽ اهڙي ريت پروهت جي طاقتور حيثيت طور ساڳي قبيلي جي هڪ اهم شاخ هاشمي گهراڻو سجاده نشين بڻجي ويو. هاشمي گهراڻو، قومي عزت، احترام ۽ مان حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ واپاري پد ۾ ٻين کان گوءِ کٽي ويو. نيٺ ، هاشمي گهراڻي جي اولاد مان ئي هڪ فرد وڏي واڪي اتحاد لاءِ هڪ نئين دين جي شڪل ۾ سڏُ ڏنو جيڪو گهڻن خدائن جو انڪاري هئو سواءِ (هڪ) جي.

محمد ﷺ جي وحدانيت بابت جداگانہ پيغام جي گونج نہ رڳو انهن کي ايڪتا ڏانهن رجوع ٿيڻ جوسڏ ڏنو جيڪي ظلم ۽ جبر جي خونخوار ڪيفيت ۾ پيڙجي رَهيا هئا. پر ان آواز جي موٽ پرپاسي ۾ رهندڙ انهن قومن وٽان بہ ملي جيڪي ڪئٿولڪ چرچ جي ايذاءَ ۽ تشدد جو شڪار ٿي رهيا هئا. ساڳي ريت ايران، عراق، شام، فلسطين ۽

مصر جا رهواسي بہ مذهبي زندگيءَ جي مختلف عقيدن جهڙوڪ: گوشہ نشين تصوف ، يهودي رجعت پرستي ۽ ڪرستاني ڪٽر پڻ جي ڇڪتاڻ جي ڪري نااميدي ۽ نراسائي جي گرداب ۾ ڦاٿل هئا. چوتہ دين جي جاءِ سخت گير رسمن ۽ رواجن والاري هئي، منافقانہ طرز جي ڏيک ويک جي ڪري سڪ ۽ الفت ۾ گهٽتائي اچي وئي، مذهبي عقيدت پرستي موربگو ايمان ۽ ويساهہ کي ٽياس تي ٽنگي ڇڏيو ۽ خدا جڻ تہ ملائڪن ،سنتن ۽ رسولن جي هل هنگامي ۾ الوپ ٿي ويو هو. اهڙي وايو منڊل ۾ هڪ تيز آواز هڪ نئين مذهب /دين جي صورت ۾ اڀريو: (هڪ ئي رَبُ آهي.) اهو آواز ڪوملتا جو پنڌار ۽ سهپ ۽رواداري جو هڪ عظيم مثال هو. اهو بنيادي مول ۽ مَتو ، انهن حيران ۽ پريشان انسانن لاءِ اتساهہ جوسنيهو بڻجي آيو جيڪي هڪ طوفاني سمنڊ ۾ سڪ، سلامتي ۽ ويساهہ جي ڳولا ۾ هئا. ايئن ڪٿي چئجي تہ سماج ۾ پيچ ڊاهہ، ڏاهپ جي پينگ ۽ روحاني وڳوڙ ۾ انسان لڇي ڦٿڪي رهيا هئا. اها تواريخ جي دانهن، انهن عرب واپاري قافلن پاران اُپ تائين ڪئي وئي جيڪي ويڙهاند جهڙي ناس ڪندڙ ڏنڌي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندي معاشي طور خوشحال ۽ روحاني حوالي سان ترقي يافتہ بڻجي پيا. ان جي برعڪس ڪانئن وڏيڪ قديم ۽ تهذيب يافتہ پاڙيسري، جمود، زوال ۽ ڇڙواڳي جي گرفت ۾ قابو هئا. اهڙي صورتحال ۾ هڪ رب ۾ ويساهہ ۽ ان جي پرچار واسطي هڪ طاقتور رياست جي جوڙجڪ لاءِ شروعات ٿي، جنهن سماجي سٿاءَ، مذهب، شهري، عدالتي ۽ انتظامي عنصرن کي متحد ڪرڻ جو سلسلو وڌايو. مطلب تہ بدوين جو وحدانيت پرست ٿيڻ هڪ (نئين سوشل آرڊر)جو سوجهرو هئو جيڪو قديم تهذيبن جي آثارن مان اُڀري رهيو هو. اهڙي طرز جو عقيدو انهن انسانن لاءِ ڪشش جو باعث بڻيو جيڪي ڪفر ۽ استحصال جي هيٺ پيسجي رهيا هئا. انهيءَ نئين عقيدي، اهڙن سمورن انسانن کي سوچ ۽

فڪر جي آزاديءَ جي خاطري ڏني جيڪي سندس دامن ۾ پئي آيا. اسلام،مذهبي فتويٰ بازن جي مخالفت ۾ محروم طبقن لاءِ ڇپر ڇانوَ بڻجي آيو. ائين اسلام جو جنم فطرت جي مهرباني يا رحم، آزاد خيال فڪر، جمهوري پاليسي ۽ وحدانيت جهڙن عنصرن جي يڪجا ٿيڻ جو بنيادي ڪارڻ ۽ طبعي بيهڪ جو بہ نتيجو هو. ڇاڪاڻ تہ سندس چوڌاري جيڪي بہ ملڪ هئا انهن ۾ ظالم ۽ سفاڪ حڪمران عوام تي مسلط هئا يا وَري ٻاهران آيل حملہ آورن ڪين تلف ۽ تاراج ڪري ڇڏيو هئو. پر عربن ان هوندي بہ پنهنجي آزاديءَ کي برقرار رکيو. جنهنڪري اهي سيئي فرقا جن کي مصر، ايران ۽ ويندي عيسائي حدن ۾ ڏک ۽ ڏولاوا ڏنا پئي ويا، انهن آزاد ۽ مهمانواز رڻ پٽ ڏانهن منهن پيو ڪيو. جتي ڪين سوچ ۽ ويچار جي آزادي، انساني وقار جي بحالي ۽ زندگيءَ جي لطافتن بابت عملي طور خود اختياري بہ حاصل هئي. جڏهن اسيريائي سلطنت کي ايرانين فتح ڪيو، بابل جي قربان گاهن کي آتش پرستن نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيو تہ مذهبي پيشوائن بي ڏڙڪ پاسي واري رڻ پٽ ڏانهن پنهنجي عقيدي ۽ علم سوڌو رخ ڪيو. ان کان اڳ ۾ اسيريائي حملي آورن، يهودين کي انهيءَ رڻ پٽ ڏانهن ڌڪي ڇڏيو هو. عبراني نبين ۾ شروع کان وٺي عيسيٰ تائين هڙنئي جي رهائش، فڪر ۽ پرچار جو مرڪز عرب جو بيابان هو. ساڳي ريت اسيريائي جيڪي سڪندراعظم جي انتقام جو نشانو بڻيا، زرتشت جا پوئلڳ جيڪي ڪنهن بہ صورت ۾ پنهنجي خالص عقيدي کي يوناني صنم پرستيءَ سان رلائي پليت ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هئا، انهن بہ عربي رڻ پٽ جي آزاد وايومنڊل ڏانهن هجرت اختيار ڪئي ۽ ان حد تائين جو بابلي مخالفن سان دوستيءَ جي هٿ ڏگهيرڻ ۾ پڻ عَار محسوس ڪونہ ڪيو.

راهبانہ ۽ ماني فرقا جيڪي مشرقي تصوف جي پيوندڪاري جو نمونوآهن، يوناني آتما وديا ۽ ڪرستاني مسلڪ، سي سيئي آزاد عرب

جي وارياسي سرزمين تي هڪ ڀئي سان مليا ۽ انهن مان پاڪباز روحن، وڳرن ڀِنيان وڳرن سلامتي جي هن دائري ۾ پناهه محسوس ڪئي. انت تہ ڪئٿولڪ فرقو بہ عربي مهمانوازيءَ جي دسترخوان ۾ شامل ٿيو. جنهن ۾ نسطوري، بادشاهه پرست ۽ لادين بہ اچي وڃن ٿا جن آرٿوڊڪس چرچ جي بت پرستيءَ کان سادگيءَ جي عقيدي جي پوئلڳي ڪرڻ مناسب سمجهيو. بهرحال انهيءَ آزاد ماحول ۾ جلاوطني اختيار ڪندڙ مختلف عقيدن جي ماڻهن کي جيئن ئي هڪ ٻئي سان ويجهو ٿيڻ جو موقعو مليو ۽ کين ڏسڻ وائسڻ ۽ چِندبِ چاڻ ڪرڻ جو وجهہ مليو تہ ڪهڙيون وصفون ۽ خاصيتون سيني ۾ عام يا مساوي آهن، تہ اهڙي سهپ ۽ مائيٽي ماحول ۾، هنن مان ڪٽر پڻ جي سوچ ۽ فڪر غائب ٿيڻ لڳو ۽ لاتعلقيءَ جي باهہ بہ وسامڻ لڳي، ۽ مهماننواز بدوين کي انهن سيني تعليمن جو تت يا جوهر آيل مهمانن وسيلي حاصل ٿيندو رهيو. مختصر طور تہ رڻ پٽ جي اڻ سڌريلن کي پراڻن مذهبن جي جاءِ والاريندڙن پاران هڪ نئين مذهب جو وارث بڻايو پيو ويو. جنهن جو مکيہ نقطو هئو تہ هڪ (اعليٰ عليم) جي موجودگيءَ ۾ ايمان رکڻ جيڪو زمين ۽ آسمان ۾ اختيارن جي آڌار سان سڀ کان مٿانهون آهي. هو انسانذات جي آڏو وقت بہ وقت پنهنجي ظهور جو وسيلو پيغمبرن جي معرفت بڻيو آهي. هيل تائين اسلام جو جوهر عربن لاءِ روحاني شعور وسيلي چٿو ٿي محمد ﷺ جي آمد کان اڳ ۾ اپريو تہ جيئن پاڻ هڪ نئين مذهب جي عمارت جوڙڻ واري تحريڪ کي اڳتي وڌائي سگهي. ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي تہ اسلامي جوهر رڳو محمد ﷺ جي ذهانت جي ايجاد ڪونهي. اهو تہ پنهنجي پَر ۾ تواريخ جو هڪ ورثو هئو جيڪو عربن کي همٿائي رهيو هو. لاشڪ محمد جي عظمت ۽ اهليت ئي هئي جنهن انهيءِ ملندڙ ورثي جي ميجتا ڪرائڻ يعني پنهنجي ديس واسين کي شعور ۽ فڪر سان هٿياربند ڪيو . عربن کي هڪ خدا جي ڄاڻ تہ سندن ڏاڏي ابراهيم کان ئي ملي وئي هئي، پر قبائلي رسم رواجن ۽ مفادن جي ڪري اجان تائين شرڪ ۾ مبتلا هئا. هوڏانهن ٻين مذهبن

جا مثبت اثرات جيڪي تواريخ جي وراثت سان هنن جي حوالي ٿي ويا هئا تہ لازمي بڻيو تہ پنهنجي روايتي عبادت جي طور طريقن ۾ بہ ڦير ڦار آڻين، انهيءَ اعليٰ مقصد لاءِ هڪ هلچل جو هئڻ ۽ مڪو اهڙي حڪمت عملي لاءِ خاطر خواه مکيہ مرڪز هو.

ائين عرب قبيلن ۾ آزادي ۽ رتو چاڙ جا بہ ڏار رستا باهمي ناهہ ۽ رضامندي لاءِ مڪي ۾ ئي گڏ ٿيا هئا . ڇو تہ واپار جا هڙئي لَڪَ بہ مڪي ڏانهن ويندڙ هئا، جنهنڪري معاشي مفادن جي بنياد تي مرڪز گريز قوم ۾ جيڪا مڪي جي اندر ايڪتا پيدا ٿي هئي سا روحاني طور هڪ وقتي علامت هئي . اهو هيئن تہ جڏهن رڻ پٽ جي ڏورانهن پنڌن کان قبيلا مڪي جي مارڪيٽ ۾ ايندا هئا تہ ڪعبي ۾ عبادت لاءِ بہ ويندا هئا. انهن مان هر هڪ قبيلي لاءِ پنهنجو مقرر ٿيل بت /ديوتا بہ هوندو هئو. ڪعبي ۾ ٽي سو سٺ بت، جن ۾ انسانن، عقابن ۽ شينهن جا بت موجود هئا. پر خوشحال قريش قبيلو واپار تي ڇانيل هو ۽ طاقتور هاشمي گهراڻو ڪعبي جو ڪنجي بردار هو. اهو فطري قانون آهي تہ نئين سوچ ۽ فڪر جو جوهر قومن کي معاشي بنيادن تي ايڪتا جي عمل سان ڳنڍڻ لاءِ قومن جي ذهن ۾ چرپر ڪرڻ لڳندو آهي. انهيءَ حوالي سان لازمي بڻجي پيو تہ هاشمي گهراڻي جو هڪ فرد نئين مذهب جي پرچارڪ طور اچي ابتدا ڪئي.

هيڪر هاشمي گهراڻي ۽ قريش قبيلي وارن نئين عقيدي جي مڃتا ڏانهن وک کڻڻ شروع ڪئي تہ پوءِ دير مدار سان سموري قوم کي تہ اهوئي رستو اختيار ڪرڻو پيو. ائين جيڪي بہ مڪي ۾ واپار تي قابض هئا سي سولائي سان پنهنجي عقيدي کي قوم جي مٿان مسلط ڪري پي سگهيا، پر ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جو اوگڻ قريشن کي پنهنجن مائٽن کي ستائڻ واري جبلت کان روڪي نہ سگهيو. ڇوتہ قريشن کي خوف اچي ورايو تہ نئين بدلجندڙ صورتحال ۾ رئيساڻو تسلط ۽ ان جو بنياد واپار جو مرڪز مڪي منجهان ختم ٿي ويندو پر ان سان گڏوگڏ ڪعبي جي عظمت کي بہ ڇيهو رسندو. ان هوندي بہ کوڙ سارا ماڻهو ايندڙ انقلاب جي

اڳواٽي ڪرڻ لاءِ تيار هئا جڏهن تہ وري ڪي لائق ماڻهو ناڪام بہ ٿي چُڪا هئا . ايئن ڏسندي وائسندي يثرب، نبي جي هلچل جو مکيہ مرڪز بڻجي پيو ۽ ايڪتا جي اهڙي سَڏ جي وراڻي ٻين قبيلن کان بہ شانائتي نموني ملڻ جي شروعات ٿي وئي. مڪي جي مهانتا لاءِ يثرب جڻ تہ ڏمڪي بڻجي اُڀريو. هڪ ٻئي پٺيان ڪيترائي ڪٽنب، قريشن جي رجعت پسندي کان ڏار ٿيڻ ۽ هاشمين جي انقلابي تحريڪ سان وابستہ ٿيڻ لڳا. ان کان اڳ جو قريش پنهنجن جلاوطن مائٽن آڏو آڻ مڃين، سندن ڪوشش هئي تہ (ايمان وارن جي سردار)کي گرفتار ڪري وٺن .

جيئن ئي نبيءِ جي پوئلڳن مڪو فتح ڪيو تہ هڪ دائمي قانون لاڳو ڪيو ويو تہ ڪنهن بہ مشرڪ کي مقدس ڌرتيءَ تي پير رکڻ نہ ڏنو ويندو . ائين نئون مذهب مسلمانن جي لاءِ معاشي ترقيءَ جو ذريعو بڻجي ويو ڪعبي مان سيني بتن جي صفائي ڪندي ان کي (محمد جي خدا جو گهر)پڌرو ڪيو ويو. نئون مذهب جيئن پير پختا ڪرڻ لڳو تہ سڄي قوم ان پاڪر ۾ اچي وئي. هاڻي ميدان بہ هموار هئو. اهو هيئن تہ نئون عقيدو سڄي قوم جي ذهن تي ڇائنجي چڪو هو. اهو ئي وقت هو جو تبليغ ۽ پرچار جو هڪ نئون سلسلو شروع ٿئي، اقتصادي مفاد انهيءِ عقيدي جي سگهاري ٿيڻ جي گهر ڪري رهيا هئا .

باب چوٿون

# سوپ جا سبب

اسلام، جنهن تواريخي پس منظر ۽ سماجي صورتحال ۾ اُڀري آيو. ان ڪيس سهپ ۽ رواداريءَ جي عنصرن سان ڳنڍي ڇڏيو جيڪو روايتي طور انتها پسندي ۽ ڪٽر پڻ جي سوچ ۽ اثر کان آجو هئو. ڇو ته منجهس اهڙن تضادن جي گنجائش موجود ڪانه هئي. ان جو مکيه سبب ته اسلام جو بنيادي عقيدو آهي (هڪ ئي رب ٻيو ڪوبه نه) جيڪو سهپ جي اصول جي اعليٰ سچاٽپ آهي. جيڪڏهن دنيا سموري عيبن ۽ بگاڙ جو هڪ ڳتڪو آهي، انسان ذات پنهنجي ذات ۾ حماقتن ۽ هوڙاهپ جو مجموعو آهي سا ڪيئن به هجي پر هڪ خدا جي مخلوق آهي، جڏهن اهڙي صورتحال هڪ اهڙي ماڻهو جي اڳيان اچي ٿي جيڪو هڪ اعليٰ عقيدي ۾ ويساهه رکندڙ آهي سو اهڙي بگڙيل حالت تي افسوس جا ڳوڙها ڳاڙڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهي. ڇو ته اها سموري صورتحال سندس نظر ۾ هڪ گمراهي کان وڌيڪ ڪجهه ڪونهي. پر سندس فطري عقيدي جا اصول هن کي اجازت نه ٿا ڏين ته انهي وهنوار يا عبادتن کي شيطاني قوتن جو مجموعو سمجهندي، انهن پيروڪارن مٿان جنگ مسلط ڪرڻ جو اعلان ڪري. بلڪه هو ته اهو سوچيندو ته اصل ۾ اهي ماڻهو جيڪي جداگانه نموني عبادت ڪن ٿا سي بگڙيل ۽ غلط راهه تي ڀُلجي ويل ڀائر آهن. اهي ساڳي پيءُ جا ٻار آهن جن سيني کي نئين راهه تي آڻڻ گهرجي يا رحم ۽ ماڻهپي جي وسيلي اوستائين کين برداشت ڪجي جيستائين هو پاڻ نجات حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن.

پر دنيا جي سامهون رسول عربي جي پوئلڳن لاءِ هن ڏيڇاريندڙ

تصور کي فروغ ڏنو ويو تہ هنن دنيا کي " قرآن ياتلوار" اهڙي دڙڪي اسلامي تواريخ جي اوسر مثان هڪ اهڙو چانورو ڪري ڇڏيو جو ٽين متبادل ۽ آزادانہ راءِ جڙ تي گم ۽ غائب ٿي وئي. اصل ۾ اها آچ ئي اسلام جي فتح مندي جو مکيہ وسيلو هئي. اها هئي، (اسلام کي مڃيو يا فاتح عربن کي جزيو ڏيو.) هوڏانهن "خدا جي تلوار" مياڻ منجهان تڏهن پئي ٻاهر آئي جڏهن انهن ٻنهي آڇن مان ڪنهن بہ هڪ کي مڃڻ کان نابري واري پئي .بنيادي طور اهو عرب واپارين جي اقتصادي مفادن جي بہ خلاف هئو تہ هو رتوڇاڻ جي طريقي تي هلن. جنهن اسلام جي هيڪڙائي /وحدانيت جي تصور کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هنن ضروري ڄاتو تہ هڙئي رستا جيڪي ڪاٽئون بہ پي گذريا انهن کي فتح ڪري هڪ وحداني رياست جي زمري ۾ آڻجي. ايئن هڪ مکيہ مقصد اهو بہ ٿي پي سگهيو تہ وڏ ۾ وڏ علائقن جا ماڻهو نئين دين کي قبول ڪن تہ جيئن هڪ وحداني رياست جو سگهارو بڻ بنياد رکي سگهجي. واپار ۾ واڌاري لاءِ اپت ۽ ڪاپو بہ اهم اسم آهن. ان ڪري اسلامي تواريخ جي حدبندي ۽ ڪردار ۾ اهڙو قدم بہ اڻ وٽندڙ ۽ غير فطري هئو تہ هنر مند ۽ پورهيت طبقي جو قتلام ڪيو وڃي يا وري سڪيا ستابا شهر ويران /پڙپانگ ڪري ڇڏجن، ڇا ڪاڻ تہ ڪجهہ بي دين، قرآن کي مڃڻ کان انڪاري هئا، انهن لاءِ فرض پئي بڻيو تہ هو نئين عقيدي ۾ ويساهہ /ايمان رکندڙن جي تابعداري قبول ڪن. اهڙي طرح نبي جي پيروي ڪندڙن جي زبردستيءَ ۾ رهندڙ ناستڪ ماڻهن کي بہ موڪل هئي تہ پنهنجي اڻ مڪمل عقيدي تي پَڪا پختا رهن ۽ گمراهہ ڪندڙ عبادت بہ ڪندا رهن.

جڏهن بيت المقدس تي خليفي عمر رضي الله تعاليٰ عنہ قبضو ڪيوتہ مفتوح شهر جي رهاڪن کي سندن مال متاع کان محروم ڪونہ ڪيو ويو ۽ کين عبادت جي بہ کلم کُلا اجازت ڏني وئي. ان ڪري شهر

جو هڪ پاسو عيسائي رعايا، معتبرن ۽ پادرين لاءِ مخصوص ڪيو ويو. عيسائين جي سموري برادريءَ کي تحفظ جي مڪمل خاطري ڏيڻ لاءِ نالي ماتر ٻه سونا سڪا ساليانو ٽئڪس طور وصول ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. ان ڪانسواءِ زيارتن لاءِ مقدس شهر ۾ ايندڙ ماڻهن جي دلشڪني ڪرڻ بدران مسلمان فاتحن همٿايو تہ جيئن وڻج واپار کي وڌائڻ ۽ ترقي ۾ هٿي ملي سگهي. پر چار سو سٺ ورهين بعد ۾ جڏهن مقدس شهر وري عيسائي حاڪميت ۾ ۽ يورپ جي صليبي سردارن جي قبضي ۾ آيو تہ ڏيهي عيسائي، عرب خليفن جي سهپ ۽ رواداري واري دور حڪمراني کي ياد ڪري پشيماني ۾ هٿ مهٽيندا رهيا". ( گبن: رومي سلطنت جو زوال ۽ تباهي.)

مسلمانن جي سهپ ۽ رواداري واري اصول جي ابتڙ، صليبي مجاهدن، يروشلم تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ جيڪي ڪجهہ ڪيو سو عالم آشڪار آهي. (خانگي يا سرڪاري مال ملڪيت جي ڦرلٽ ڪرڻ لاءِ انهن مهم جوئن (جيڪي هٿ اچي ۽ قبضو ڪيو) جي اصولن کي جائز ڄاڻايو. انهن جي گمراهہ عبادت گذارن، ڪرستاني خدا جي حضور ۾ رت جو نذرانو پيش ڪرڻ ۾ هٻڪ محسوس ڪا نہ ڪئي، ڪنهن بہ هلڪي سلڪي مزاحمت سندن سوچ جي مٿان ٻرندڙ تيل جو ڪم ڪيو ۽ هنن جي ڏاهپ ۽ عقلمندي بہ اندر ۾ ٻرندڙ مچ کي ٿڌو ڪري نہ سگهي ۽ اهي وحشي ساندهہ تي ڏهاڙا قتل عام ۾ محو رهيا. ائين اٽڪل ستر هزار مسلمانن کي تلوار جو بک بنائڻ سان گڏوگڏ، بيگناهہ يهودين جي قتلام ۽ سندن عبادت گاهن کي ساڙڻ سان بہ سندن هينئون ڪونہ ٺريو ۽ جيڪي ماڻهو قتل کان بچي ويا انهن کي گرفتار ڪري غلام بڻايو ويو. (حوالو: ساڳيو ـ گبن)

مستند تواريخي ليکڪ جن ۾ مسلمان ۽ ڪرستان اچي وڃن ٿا، انهن جا هم عصر توڙي جديد دور جا ليکڪ ۽ ويندي گبن جهڙو عظيم

نقاد بہ سهمت آهي تہ (محمد ﷺ پنهنجي ڪرستان رعايا کي تحفظ ڏنو. واپار جي آزادي، مال ملڪيت جي رکوالي ۽ عبادت لاءِ بہ سهپ ۽ برداشت وارو رستو اختيار ڪيو) . انهيءَ سهپ ۽ رواداري جهڙي ڪارائتي اصول جي پيروي نہ رڳو نبيﷺ جي جانشينن ڪئي پر سموري عرب حاڪميت جي دور جو بنيادي اعليٰ اصول رهيو. پر اڳتي هلي، انهيءَ اعليٰ اصول جو انت اچي ويو ڇو تہ اسلام پنهنجو تواريخي ڪردار پُورو ڪري چڪو۽ ان جو ڪارڻ هئو تہ سندس رهبري معزز بدوين جي هٿن مان نڪري بدنام وحشي تاتارين جي هٿ ۾ اچي وئي. ان هوندي بہ اسلام پهرين ترڪ خليفي جي ايامڪاري ۾ سهپ ۽ رواداري جي جوهر کان مڪمل طور وانجهيل ۽ خالي ڪونہ هو.

اسلامي عروج واري دور ۾ سهپ /برداشت جي قوت سبب آزاد خيالي ۽ عقليت پرستي ۾ اضافو آيو پر تقليد پرستي جي نقطہ نگاه کي بہ سنڌائتو ڌڪ لڳو ۽ مثبت طرز جي غير فرقيواريت ۽ متعصب مسلمانن جي خيال موجب ناستڪي عقيدن بہ زور ورتو. بغداد جي عباسي خلافت جي شروعات ۾ خليفا ناستڪي /ملحدانہ سائنس جو مطالعو ڪندا هئا. سوچ ۽ فڪر کي آزاد خيالي سان منسلڪ ڪري ڇڏيو.

اهڙي طرح صدين تائين اسلامي سلطنتون مصيبتن جي ماريل يهودين ۽ آزاد خيال عيسائي فرقن لاءِ پناهہ گاهہ ۽ مهماننوازي جو مرڪز هونديون هيون. جيئن ئي عربن جون بادشاهتون مضبوط ٿينديون ويون تيئن اسلام جو بنيادي عنصر يعني سهپ جو اثر رسوخ ڪئٿولڪ چرچ تي بہ اثرانداز ٿيڻ لڳو. اهڙي ڪار گذاري جا شاهد ڪليسائي تواريخ نويس پڻ آهن. اهڙوئي هڪ مثال تواريخ نويس رينوٽ (RENAUDOT )جو هتي ڏجي ٿو جيڪو لکي ٿو: ”بزرگن، پادري لوڪن جي حيثيت، مان ۽ مرتبي کي اسلامي عدالتن پاران تحفظ ڏنو

ويو ۽ ڪرستان لوڪن جي قابليت کان متاثر ٿيندي کين سيڪريٽري ۽طب جي اعليٰ عهدن تي بہ فائز ڪيو ويو. هو ساڳي وقت روينيو جي وصولي ۽ حساب ڪتاب رکڻ ۾ بہ ماهر ثابت ٿيا جو کين شهرن ۽ صوبن جي سربراهي بہ عطا ڪئي وئي. بغداد جي هڪ خليفي جو چوڻ هو تہ عيسائي، ايران جي انتظام سنڀالڻ ۾ ڏاڍا سود مند ثابت ٿيا آهن. جڏهن پروٽيسٽنٽ فرقي لاءِ ڪيٿولڪ فرقي وارن باهہ ٻاري ڏني تہ انهن کي مسلمان بادشاهت ۾ آزاديءَ سان عبادت جي اجازت ڏني وئي ۽ ان سان گڏوگڏ خليفي هنن کي مڪمل سهڪار جو بہ يقين ڏياريو تہ جيئن ڪيٿولڪ فرقي جي اره زوراين کي ختم ڪري عيسائيت کي پنهنجي حقيقي روپ ۾ قائم ڪجي.

آڳاٽو زرتشتي ڌرم، جنهن ۾ ”نيڪي ۽ بدي“ جو هاڃيڪار نظريو موجود هو. اها دوئي اسلام جي وحداني اصول جي سخت مخالف هئي پوءِ بہ مجوسي عقيدو رکندڙ عرب فاتحن جي سهپ ۽ رواداري جي وَرتاءَ کان محروم ڪونہ ٿيا. ٽين هجري جي لڳ ڀڳ واري دور ۾ نظر ٿو اچي تہ شاندار آتشڪدن جي پاسي ۾ مسجدون بہ اڏيل آهن. انهيءَ ڪري سمجهڻ گهرجي تہ پراڻي عقيدي جون اهي شاندار يادگارون جيڪڏهن ڍهي ڌرتي داخل ٿي ويون تہ ان جو ذميوار اسلامي تلوار جي جارحانہ ۽ جنوني حملي کي چئي نہ ٿو سگهجي پر انهن جي مقدر ۾ زوال ۽ تباهي اڻ ٽر بڻجي وئي ڇو تہ سندن پيروڪارن جي انگ ۾ ڏينهون ڏينهن گهٽتائي ايندي پئي وئي. هونئن بہ اهڙي قوم يا ماڻهن جي جياپي يا جالڻ جي شڪتي ختم ٿي ويندي آهي جيڪا ٿوري گهڻي بار پوڻ تي نالي ماتر مزاحمت ڪندي پنهنجي اباڻي عقيدي تان هٿ کڻي وجي ۽ ڏسندي وائسندي فاتحن جي آڏو گوڏا وجي کوڙي، جنهن جو اظهار ايرانين دجلہ کان فرات تائين وسيع علائقي ۾ ڪري ڏيکاريو. دراصل اهو پراڻو عقيدو جمود جو ڪاچ بڻجي پنهنجون گُهربل ذميواريون نڀاهڻ

جي حيثيت وڃائي ويٺو هو. جنهن ڪري نيڪيءَ جي آب وتاب (اسلام)، سچ ۽ ٻاهه جي روشني (زرتشت مذهب) کي وسائي ڇڏيو ۽ نئين پيغام، ايراني عوام کي پنهنجي پاڪر ۾ وٺي ڇڏيو. ڇو ته اهو سنيهو ۽ پيغام، اونداهي جي جابرانه ۽ بديءَ جي قوتن کان ڇوٽڪارو ڏئي آيو هو.

ائين اتر آفريڪا، اسڪندريه کان وٺي ڪارٿيج تائين سڄي علائقي ۾ ڪرستاني عقيدو، اسلام جي اچڻ سان جهڪو ٿي ويو. نئين مذهب جي ڇوڏس ڇوڏاري پکڙجڻ جو ڪارڻ مسهائپ به ليکي سگهجي ٿي، پر اصل ۾ پراڻي عقيدي جي سُنڌ ٽيڻ جو مکيه سبب نراسائي ۽ نااميدي جي صورتحال هئي. هونئن مسيحي مذهب کي مضبوط ڪرڻ وارن جي زمري ۾ سورهيه ۽ خدا ترس ماڻهن ۾ سائپر ATHANASIUS۽ آگسٽن جا نالا ڪٽي سگهجن ٿا. پر اڳتي هلي ان کي ڏانواڏول ڪرڻ جا ذميوار ARIAN ۽ DONTOISE جا طور طريقا ۽ ڪئٿولڪ جنون هئو. جنهنڪري انهن جنوني واعظن جي وڪڙ ۾ اچي عام ماڻهو مذهبي نعره بازي کان متاثر ٿي اٿيا ۽ انهن کي لتاڙيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ خوشحال علائقا بربادي جي ڏاگهه چڙهي ويا. اجان به ويندل ( VANDAL) ۽ مُور ( MOORISH) حمله آورن انهن علائقن کي بي رحميءَ سان نيست ۽ نابود ڪيو ۽ عام ماڻهن کي مايوسي، سماجي ڀيج ڏاهه ۽ روحاني عذاب جي اهڙي اوڙاهه ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو جو هو سچائي کان فرار حاصل ڪري وَهمي،تصوراتي ۽ راهبانه زندگي گهارڻ ڏانهن موٽي ويا .

اهڙي زوال پذير سماج ۽ روحاني لحاظ کان تباهه يا ٻاٽ اونداهي ۾، نبيءَ طرفان هڪ سگهارو ۽ اتساه ڀريو سنيهو ڏيڻ جڻ ته اميدن جو شعاع هو. ڇو ته نئون مذهب هڪ ئي وقت انسان ذات لاءِ دين ۽ دنيا جي ڀلائي ۽ ڪشش جو ڳارڻ بڻجي آيو هو. ائين اسلام جي فتح جا نغارا

انهن مايوس دلين لاءِ سجاڳي جو سنيهو هئا. جن کي هن ڌرتي تي جيئڻ جي حق کان محروم ڪيو ويو هئو. جيڪي وهم ۽ وسوسي جي خطرناڪ کاهين ۽ خندقن ۾ باندي بڻجي ويل هيون. نئون آيل عقيدو جيڪو فطرت جي سيا ويڪ اصولن سان ٺهڪندڙ هئو سو، ڏسندي وائسندي تمام تيزيءَ سان رهبانيت جي گمراه ڪندڙ خيالن تي ڇانئجي ويو. جنهن کي مسيح جي نالي ۾ بگاڙيو ۽ مسخ ڪيو ويو هو. اهڙي وايومنڊل ۾ اسلام اميد ۽ آسري جو نئون پيغام انهن ماڻهن لاءِ بڻجي آيو جيڪي محرومي ۽ مايوسي جي گهري کاهيءَ ۾ اڇي ڪريا هئا. لاشڪ تہ انهيءَ آيل للڪار هڪ زلزلي جي ڪيفيت پيدا ڪري ڇڏي. ڇو تہ نئين سماج جو فرمان هئو تہ هر فرد کي سندس اهليت ۽ حيثيت مطابق فطري طور ترقي ڪرڻ جو حق آهي. ائين اسلام جو حرارت بخشيندڙ جذبو ۽ عرب فاتحن جي فياضي پريل روش سبب ستت ئي اتر آفريڪا جي سرزمين ۽ ان جا جفاڪش ماڻهو خوشحال ۽ سُکيا ستابا ٿي ويا .

گهڻي وقت کان هڪ وڏي غلط فهمي هلندي پئي اچي تہ عربن جي ترقيءَ جو گهڻي ڀاڱي راز تلوار آهي. تلوار جي ٻل تي ڪنهن بہ قوم جي عقيدي کي ڦيرائي سگهجي ٿو پر سندس شعور تي اثرانداز ٿيڻ محال آهي . انهيءَ هيڏي ساري ڳالهہ کي وزنائتو ثابت ڪرڻ لاءِ باريڪ بيني سان دليل ۽ جامع ثبوت جي ضرورت آهي، ان لاءِ اهو سمجهڻ لازمي آهي تہ اسلام جي آمد کان اڳ ۾ ايشيا ۽ آفريڪا جي اندروني حالت ڪهڙي هئي. مفتوح ملڪن جي سياسي ۽ سماجي جوڙجڪ بابت ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جي ضرورت آهي. دراصل انهن علائقن ۾ مذهب پنهنجي حيثيت گهڻي وقت کان وڃائي ويٺو هئو ۽ ان جي جاءِ تقليد پرستي والاري ڇڏي هئي . ڇا اهو ممڪن آهي تہ گهڻي ڀاڱي اڻ پڙهيل ماڻهو جيڪي وڏي مشڪل سان عام شين جي واهپي بابت ڄاڻ رکندڙ

هئا سي اهڙي پر اسراريت کي به سمجهڻ جي اهليت رکي سگهيا پئي ؟ پوءِ، انهن ئي منجهيل عقيدن بابت کين سمجهايو ويندو هئو ته ڇوٽڪاري جو وسيلو آهن. پر انهن ڏسي ورتو سندن ڇوٽڪارو عمل جي ڪسوٽيءَ تي نه پر رڳو عقيدتمنديءَ ۽ غير حقيقت پسنديءَ تي پئي رکيو ويو. انهيءَ صورتحال تي کهڙي ٽيڪاٽپڻي جي گنجائش آهي. جڏهن هنن جا لاٽ پادري قتل، زهر ڏيڻ، زناڪاري، انڌو ڪرڻ، فسادن، غداري، گهرو ويڙهاند ۾ ملوث هجن، جڏهن ته چڱا مڙس ۽ مذهبي مهندار هڪ ٻئي کي پٽ پاڻيءَ مان ڪيڻ ۽ لعنت ملامت جي ڪرت ۾ محو هجن ۽ دشمنيءَ ۾ هڙئي ليڪا لتاڙي اقتدار جي حرص ۽ هوس خاطر، خواجه سرائن کي رشوتون ڏيڻ ۽ ڪيرين کان ويندي شاهي گهراڻي جي عورتن کي فيض ۽ برڪتن جا اختيار ڏئي انهن کي مجبور ڪن ته اهڙن فتنه انگيز ۽ سازشي ماڻهن جو آواز ڄڻ خدائي فرمان ڄاڻائڻ، جنهن جي آڏو سيني کي ڪنڌ جهڪائڻ لازمي هو. انهن ئي راهبن جا ٽولا هئا، جيڪي شاهي فوجن ۾ دهشتگردي ڦهلائڻ ۽ شهرن ۾ جهيڙا فسادڪرائڻ ۽ مذهبي شدت پرستي لاءِ ڀيانڪ طرز جا گوڙگهمسان ڪرائڻ ۾ رُڌل هوندا هئا.پر انهن ڪڏهن به شعور جي آزادي يا انسان ذات جي مٿان ٿيندڙ جبر ۽ ڏاڍ خلاف نه آواز اُٿاريو. هاڻي اهو سمجهڻ سولو آهي ته اهڙي نفرت انگيز ۽ عدم مساوات جي وايومنڊل ۾ ڪهڙو نتيجو حاصل ٿيندو؟ لاشڪ ته عام لوڪ ڪڏهن به نه گُهرندو ته اهڙي سرشتي کي بچائڻ لاءِ هڙئون ۽ وڙئون مدد ڪري جيڪو ذهن جي ڦرهيءَ تان ميسارجي چڪو هو.

"جڏهن دنيا فرقيواريت جي ٻائيتال ۾ گهيريل ۽ چڙواڳي جي اڻ کُٽ تڪرارن ۾ ورتل هئي ته اوچتو لااله الا الله جو ڪفر ٽوڙ ۽ فلڪ شگاف نعرو بلند ٿيو. ڇا اهو تعجب ۽ تپرس ۾ وجهندڙ آواز نه هئو جنهن جي آمد سان گوڙ ۽ گهمسان ۾ ماٺار ايندي وئي؟ ڇا اها عجب ۾

وجهندڙ سچائي ناهي جنهن کي ايشيا ۽ آفريڪا محسوس ڪري ورتو. ايئن حب الوطني کي بہ ڪنهن حد تائين مذهب جي زير اثر ڄاتو ويو. جيڪا مجموعي طور ان زماني ۾ مري کپي وئي هئي....."

J.W.. DRAPER. HISTORY OF INTELLECTUAL DEVELOPMENT OF EUROPE )
( VOL . 1 P.P 332_3

مساوي اصول، جنهن جي تبليغ محمد ﷺ جا پوئلڳ ڪري رهيا هئا، ان جو بنيادي واسطو خانہ بدوش عرب قبيلن جي روايتي آزادانہ ماحول سان هئو. انهيءَ نقط نگاه کان ڏسبو تہ پنهنجي قومي ڪاروبار يعني ڦرلٽ کي شهہ زوري جو عنصر ڪري ليکيندا هئا. جيتوڻيڪ انهن سڀني روايتن اڳتي هلي سندن جاه وجلال سان ڀريل فتحن جي شڪل اختيار ڪئي تہ بہ پنهنجي قومي روايتن کي هڪ عرب جي حيثيت ۾ وساري ڪونہ ويٺا، ڇو تہ هڪ عرب جو گهوڙو جيترو تيز رفتار هوندو آهي اوتروئي سندس شمشير تکي هوندي آهي. ان ڪري هو سدائين پنهنجي رڻ پٽ واري ڌرتيءَ جي حفاظت لاءِ فاتح لشڪرن جهڙوڪ: سائرس، سڪندراعظم، دارا، پومپاءِ نوشeروان، بطليموس ۽ ٽروجن جي سامهون مهاڏو اٽڪائي بيهي رهيو. هنن ماضي جي ڪنورتا ڀريل حالتن کي ڦيرائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ ۾ ڪڏهن بہ پير پوئتي نہ ڪيو. پر اسلام جيڪو مساوات جو نقيب بڻجي آيو سو سورهيہ عرب جي فتح منديءَ ۾ سندس شمشير جيتروئي طاقتور ثابت ٿيو. ڇو تہ اهو پيغام، انهن سڀني جابرانہ قانونن لاءِ چئلينج بڻجي آيو. جيڪي ذات پات ۽ طبقاتي عذاب هيٺ بازنطيني، ايراني ۽ هندوستاني سلطنتن جي چڪين ۾ پيسجي رهيا هئا. ان جي جاءِ تي اسلام آزادي ۽ مساوات جو علمبردار بڻجي آيو. انهيءَ علمبرداري جي ڪيفيت کي گهٽي وقت کان پراڻي تهذيب يافتہ معاشري وساري ڇڏيو هئو ۽ اندروني طور زوال پذير هئو.

ائين آڳاٽين تهذيبن جو جوهر ڇڻ تہ عربن حاصل ڪري ورتو.

هاڻي ڇڻ تہ اهو سندن مشن ۽ مقصد بڻجي پيو تہ هو انهن مصيبتن جي ماريلن جا مددگار بڻجن جيڪي جهرندڙ تهذيبن جي بار هيٺ ڪنجهي ۽ ڪرڪي رهيا هئا. ان ڪان سواءِ آسپاس جو ماحول بہ اسلام جي ڦهلاءِ لاءِ سازگار بڻجڻ لڳو. ائين ڪٺي چئجي تہ اسلام اهڙي دور ۾ پاڻ نروار ڪرڻ شروع ڪيو جڏهن پراڻين تهذيبن جي سڄي دنيا ۾ طبقاتي ، فڪري ۽ روحاني زوال جي ابتدا ٿي چڪي هئي. ان جي نتيجي ۾ عام ماڻهو جيڪي جهرندڙ ۽ جابرانہ سماج جي وايومنڊل ۾ لاتعلق ۽ اياڻا بڻجي ويا هئا انهن جي اندر ۾ هڪ نئين سماج جي اڏاوت لاءِ تمنا رکندڙ ٻالڪ چئي سگهجي ٿو. بدقسمتي سان اهو ٻالڪ پنهنجي عروج کي رسڻ ڪان اڳ ۾ ئي حڪمران طبقي جي ور چڙهي ويو. جنهن ڪري عيسائيت حاڪمانہ سماج جي آڏو وچي گوڏا کوڙيا. ڇو تہ گرجائن جي مهندارن پنهنجي مفادن خاطر پنهنجي ئي نبي جي پيغام کي وساري ڇڏيو. جنهنجو مکيہ مقصد رومي غلاميءَ جي خلاف هلچل هلائڻ هو. پر انهيءَ سموري جدوجهد تي پوچي ڦيرائي رنگ ڏئي اهڙو عڪس ڇٽيو ويو. جيئن ڪا نماڻي رد ڏاڍن ۽ جابرن جي اڳيان ٻاڪاري دان گهرندي هجي ۽ اهو سڀ عبراني تواريخ جي انهن شاندار روايتن جو بہ انحراف هئو. جنهن جي پس منظر ۾ عيسائيت جي اوسر ٿي. اهڙي ريت عيسائيت جو حڪمران طبقي سان ٺاهہ ڪرڻ انهي عقيدي سان ويساهہ گهاتي ڪرڻ برابر هئو. جنهن جو بنيادي مقصد هڪ نئين سماجي آرڊر لاءِ ڪوشش ڪرڻ هئو. انهن ماڻهن جي ذميواري هئي تہ پيڙيل ۽ محروم طبقن کي اتساهہ ڏين پر انهن دغا ڪندي ڪين هڪ اهڙي پُر فريب دنيا جو ڏس پنڌ ڏنو جنهن ۾ کير ۽ ماکيءَ جون نديون وَهي رهيون هيون. انهن غريبن کي ذهن نشين ڪرايو ويو تہ خدائي نعمتن جي هنن مٿان تڏهن ورکا ٿيندي جڏهن غربت ۽ نماڻائي اختيار ڪندؤ مطلب تہ سندن ڇوٽڪارو تڏهن ٿيندو جڏهن

هو هن جهان ۾ ظالم ۽ جابر آڏو ڪنڌ جهڪائيندا .

اهڙي ريت عيسائيت جو عملي دنيا جي وَهنوار مان پاڃ ڪائڻ سبب تواريخي طور هڪ اهڙي مذهب جي آمد لازمي بڻجي پئي هئي، جيڪو وڌيڪ سگهارو ۽ صحتمند هجي. انهي نقطہ نگاهہ ڪان ڏسبو تہ اسلام پنهنجن پوئلڳن سان چوتڪاري ۽ بهشت جي وَاعدي ڪرڻ سان گڏوگڏ هن جهان ۾ بہ پنهنجي مجتا حاصل ڪرڻ جو جذبو ڦوڪيو. ائين چوڻ ۾ ڪو بہ عيب ڪونهي تہ نبي عربيءَ جو بهشت هن دنيا ۾ خوشحال ۽ سکن پريل حياتي گذارڻ جو نسخو هو. محمد، پنهنجي ماڻهن کي اتحاد جو هڪ پليٽ فارم فراهم ڪرڻ سان گڏوگڏ عرب قوم کي اهڙو آواز بہ عطا ڪيو جنهن جي لبيڪ آسپاس جي ملڪن مان پيڙيل ۽ محروم طبقن ڪئي .

ائين اسلام جي شاندار فتح منديءَ جا ڪارڻ روحاني ۽ ساڳي وقت سياسي ۽ سماجي عنصر پڻ هئا. انهيءَ اهم نڪتي تي گبن (Gibbon) تيڪا ٽپڻي ڪندي چوي ٿو : (زرتشت جي نظام ڪان وڌيڪ نِجُ، موسيٰ جي قانونن ڪان وڌيڪ آزاد، محمد جو مذهب، ستين صدي جي رائج ڪوڙن، وهمن ۽ وسوسن جو رد بڻجي آيو هو.)

(The Decline and Fall of The Roman Empire)

اجا بہ هڪ ٻيو تواريخ نويس، انهيءَ نڪتي جي پنيرائي ڪندي چوي ٿو تہ (اسلام جي فتح ۽ ڪامراني جو مکيہ ڪارڻ فوجي ڪارروائيون گهٽ پر آزادانہ ۽ مساويانہ اصولن سان وابستگي هئي.) هونئن جيڪي بہ لڙايون جن ۾ عربن ، عيسائين تي سرسي حاصل ڪئي، انهن بابت تواريخ ٻڌائي ٿي تہ انهن سوين ماڻڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندڙ انهن علائقن جا پيڙيل رهواسي هئا. انهن محڪومن جو عيسائي حڪمرانن ڪان نفرت جو اهم سبب اهو هئو تہ اهي عرب فاتحن جي پيٽ ۾ وڌيڪ جابرانہ ۽ ظالمانہ نظام جا رکوالا هئا. شام جي رهاڪن، محمد جي پيروڪارن کي پليڪار ڪيو. مصر جي بہ مظلوم طبقن ئي

فتح ۾ مدد ڪئي ۽ عيسائي بربرن به آفريڪا جي فتح ۾ هٿ ونڊايو. ڇو ته انهن سيني جي اندر ۾ قسطنطنيه جي حڪمرانن لاءِ نفرت جا ڪورا ٻري رهيا هئا، ان ڪري هنن اسلام جي بيعت ڪرڻ مناسب سمجهيو. ساڳيءَ ريت معتبرن ۽ اميرن جي دغاباز وَرتاءَ سبب عام ماڻهن ۾ وڏندڙ وڇوٽي به هٽي وڃي هنڌ ڪيو. جنهنڪري ڏڪڻ فرانس ۽ اسپين به سولائيءَ سان عربن جو شڪار ٿي ويا.

(Finlay:_ History of Byzantine Empire.)

# محمد ﷺ ءِ سندن تعليمات

”پيغمبرِ اسلام کي انهن صاحبِ ڪردار ماڻهن منجهان هڪ ليکي سگهجي ٿو، جيڪي انساني نسل تي ڀرپور نمونی اثر انداز ٿيا آهن“.
(Draper:_ History of Intlellectual development of Europe vol : 1, P_ 329)

جيستائين محمد ﷺ جن پيغمبريءَ جي دعويٰ نہ ڪئي، دنيا سندن خوبين کان واقف نہ ٿي سگهي. ٻين مذهبن جي پيغمبرن، رسولن ۽ اوليائن وانگر محمد ﷺ جي دعويٰ پڻ روحاني بنياد تي قائم هئي. جنهنڪري مغرور ڪرستان، نبي عرب کي ”ٺڳ“ ليکڻ لڳا. پر هوڏانهن ٻي پاسي هنن وساري ڇڏيو تہ اهڙا خطاب /لقب، ان کان اڳ ، موسيٰ ۽ مسيح کي بہ ڏنا ويا هئا. ائين هڪ ٻي نام نالي سان مشهور ڪتاب بعنوان (ٽي ٺڳ) سان ڇپيو. جنهن سڄي يورپ ۾ ٿرٿلو مچائي ڇڏيو. جيڪو ڪرستان بادشاه فيڊرڪ باربروسہ ۽ مسلم فيلسوف ابن رشد ڏانهن منسوب ڪيو ويو هو.

نعوذبالله جيڪڏهن سمجهيو وڃي تہ محمد ﷺ هڪ ٺڳ هئو تہ بہ هُن ٻين جيان جاٽي واٽي اهڙو ڪردار ادا نہ ڪيو. جيڪي اڳ ۾ خدائي بشارت (الهام) جو افسانوي ذريعو پاڻ کي ڄاڻائينديء اياٽي ۽ ٻي وس مخلوق جي ذهن کي اعتماد ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندا هئا. ان جي برعڪس محمد ﷺ جيڪي ڪجهہ ڪم سر انجام ڏنو ان جي پويان قومي ٻڌيءَ جو نڪتو سانپيل هئو، ڇو تہ ڪين سُڌ هئي تہ ڪُند ذهن عربن لاءِ سندس پيغام مڃتا لائق نہ ٿيندو جيستائين ان جي پنيان ڪنهن ارڻ ڏنل اعليٰ هستيءِ جو ذڪر نہ هوندو. نتيجي ۾ عام ماڻهو

گهٽي يا گهٽي اڻ ڄاڻائي جي ڪيفيت ۾ خوشيءَ جو احساس ڪنهن ٻي طريقي سان مڃڻ لاءِ به تيار ڪونه هئا. هنن جي ذهن ۾ ويهجي ويو ته انهن اڪيچار ديوتا ۽ شڪتي مٿان وڏيڪ طاقتور خدا حاوي پئجي ويو آهي، ان ڪري اول الذڪر خدائن /ديوتائن جي قهر ۽ غضب کان بچائڻ جي سگهه به پوئين خدا ۾ آهي. خدا جي وحدانيت ۾ ويساهه ڪرڻ جي پنيان هڪ ئي مقصد هئو ته جيئن ماڻهن ۾ همت ۽ ولولو اُڀاري سگهجي ته هو قبائلي ديوتائن جي ظلم ۽ جَبر خلاف مقابلو ڪري سگهن. جيڪڏهن، اهڙو هڪ خدا ڪٽي انسانن جي ذهنن ۾ نه به هئو ته به حالتن مطابق گُهرج هئي ته کين ان جي وجود، ان جي رحمت ۽ عظمت کان آگاهه ڪجي. اهوئي مقصد محمد جي فڪر ۽ سوچ جي اهم ڪڙي هو. ڇا اهو ساڳيو دليل، هڪ هزار ورهين بعد ڏاهي والٽيئر ڪتب نه آندو هئو جيڪو محمد ﷺ مروج حالتن ۾ سود مند سمجهيو هو؟ پر انهي پوئين دليل کي پيش ڪرڻ جو مقصد هئو مستقبل جي رد عمل کان بچاءُ ڪرڻ. والٽيئر، هڪ خدا جي وڪالت انهيءَ لحاظ کان ڪئي ته اهوئي آخري طريقو هئو جنهن طفيل محض جهرنڌڙ جاگيردارانه سماج / بادشاهت کي بچائڻ ضروري هو. ان جي ابتڙ محمد ﷺ جي دور ۾ خدا جي وحدانيت مان مراد هئي مروج حالتن تحت هڪ مثبت انقلاب آڻڻ لاءِ راهه هموار ڪرڻ. اهو سمجهڻ گهرجي ته جڏهن ماڻهوءَ جي ذهن ۾ ڪنهن اعليٰ هستيءَ بابت ويساهه هجي ته اهڙي حالت ۾ هر ترقي پسند آدرش جي واڌاري لاءِ لازمي هوندو آهي ته ان جي پرچار /سهڪار حاصل ڪرڻ ويل ماڻهو جي ويساهه ۽ يقين جي ڪيفيت کي به ذهن ۾ رکيو وڃي . ان کان سواءِ هڪ خدا جي موجودگيءَ جو تصور محمد جي ايجاد ڪانه هئي، پر بنيادي آدرش جي اوسر جو مکيه ڪارڻ رائج سماجي سرشتو جنهن جو ذڪر گذريل باب ۾ ڪيو ويو آهي.محمد ﷺ جو مشن هئو جو هن خدا جي وحدانيت لاءِ ثبوت

پيش ڪيا. جيڪڏهن عوام کي هيءُ يقين ڏيارڻو هو تہ اهڙي ئي ثبوت جي ضرورت هئي، جيڪو محمد ﷺ پيش ڪيو.

پر محمد جي رب لاءِ ڳولا، والٽئير وانگر خشڪ مزاجي جو ڪارڻ نہ هئي، پر هڪ سچار ۽ انسان جي اندر مان اٿندڙ اڻمن کي جدوجهد ۾ ڦيرائڻ هو. انهيءَ هڪ خدا جي ڳولا ۾جيڪو سڄي عرب قوم جي بچائڻ جو وسيلو هئو. جنهن ڪري هو مڪي کان رڻ پٽ ڏانهن راهي ٿيو تہ جيئن ايڪانت ۾ ويهي عبادت ۽ رياضت ڪري سگهي. تحقيق اڄوڪي ويهين صدي ۾ بہ اعليٰ هستي جي اتساهہ حاصل ڪرڻ لاءِ ماضيءَ جا ساڳيا طور طريقا آزمايا وڃن پيا. اهڙي صورتحال جو نتيجو بہ ساڳيو ملندو آهي، اهو هئين پر اسرار طرز جا آواز ڪيس مخاطب ٿيڻ لڳا تہ پاڻ خدا جو نبي آهي، ان حد تائين جو وڻ ٽڻ، پکي ۽ پٿر بہ انهيءَ ورد ۾ شامل ٿي ويا (Draper: ibid)

محمد ﷺ اهو سڀ ڪجهہ ڪري ڏيکاريوجيڪو هن کان اڳ ۾ هئو يا هن کان پوءِ ٿي گذريو. ان هوندي بہ هڪ حقيقت مڃٽي پوندي تہ حضرت محمد ﷺ بين غيب دانيءَ جي دعويٰ ڪندڙ ماڻهن کان گهڻو مٿانهون هو. ڇاڪاڻ تہ هو انهن ذهني، وهمي ۽ الهامي صورتن جي ڌوڪي ۾ نہ آيو ۽ نہ ئي هن انهن کي روحاني ۽ الاهياتي سربلنديءَ سان تعبير ڪيو. مخفي آوازن ۽ وهمي صورتن سبب سندس ذهن ۾ مونجهارو هو. ايستائين جو سندس عقلمند ۽ زماني جي لاهن چاڙهن جو تجربو رکندڙ گهر واري حضرت خديجہ رضہ کيس سمجهايو تہ اهي خيالي شڪليون ۽ ڳجها آواز هرگز دماغي فتور سبب نہ آهن پر روحانيت جون نشانيون آهن، جن جي ذريعي خدا وحي نازل ڪندو آهي. هن کيس يقيني ڏياريو تہ ڪو فرشتو خدا جو پيغام کڻي وٽن آيو آهي. پوءِ سوال پيدا ٿو ٿئي تہ ٻيا مذهب ڪيئن پيدا ٿيا؟ ان حوالي سان ڪوبہ اهڙو دليل نهڪي ڪونہ ٿو اچي تہ اسلام ٻين مذهبن کان جدا

گانه يا نيارو هو. ها، اسلام ٻين مذهبن کان ايئن نرالو هئو ته اهو سمورو ڪارج اعليٰ هستيءَ جي ايجاد ۽ منظوريءَ سان هو. هن ۾ مذهبي عقيدن ۽ الوهيت جو عمل دخل گهٽ پر سياسي فڪر ، ترقي پسند سماجي اصول ۽ذهن کي ڇڪيندڙ ذاتي زندگيءَ ڏانهن روش جو عنصر سانپيل هو.

”هن پاڻ کي غير مفيد الوهيت جي مانداڻ ۾ ڦاسائڻ کان پاسو ڪيو پر پنهنجن ماڻهن جي سماجي حالتن سڌارڻ لاءِ پاڻ ارپي ڇڏيو ته جئن هنن ۾ ڪجهه قاعدن مطابق عزت ، ڏيرج ۽ نيڪي کي پختو ڪري سگهجي. انهن سپني اصولن /قاعدن ۾ مٿانهون عنصر هئو مان ڏيڻ همدردي ۽ مذهبي رواداري کان دنيا گهٽي پاڱي خالي ٿي وئي هئي سو هن (محمد) ڇوٽڪاري جي اهڙي اصول جي پاسخاطري ڪئي ته ماڻهو ڪهڙي به عقيدي جا هجن نيڪيءَ سان سلهاڙيل آهن.“

(Daper:_ ibid)

محمد ﷺ جو مذهب ڀرپور نموني وحداني طرز جو هئو. جنهن ڪري جوهر ۾ مصلحت پسنديءَ کان آجوهئو ۽ پنهنجي جوڙجڪ جي آڏار تي هڪ جدا گانه حيثيت ماڻي ويو. ڇو ته هڪ خدا جو تصور اسلام جي فلسفي جو بنيادي اصول هو. اهڙي طرز جا ويچار غلطين کان وانجهيل نه ٿا ٿي سگهن. جيستائين مذهب دنيا جي تخليق جو نظريو پيش نه ڪري، غفلت جا پيروڪار يونان ۽ هندستان جا قديم فيلسوف اهو مڃڻ لاءِ تيار نه هئا ته عدم مان ڪا به شيءِ پيدا ٿي سگهي ٿي. اهو ئي سبب آهي ته قديم عقليت خدا جي تصور کي واضح طور مذهب ۾ داخل نه ڪري سگهي. نتيجي ۾ دنيا جا عظيم مذهب جهڙوڪ: هندوازم، يهوديت ۽ عيسائيت به پنهنجي پوياڙي تائين پهچندي ڪنهن نه ڪنهن نموني شرڪ جي گهيري ۾ اچي ويا ۽ مذهبي حيثيت وڃائي ويهي رهيا. ڇو ته شرڪ جي نقطه نگاه کان دنياوي رنگ روپ خدا جي سڃاڻپ واري تصور کي به شڪ شبهي ۾ آڻي ڇڏين ٿا . ائين هڪ خدا

جي خالق واري تصور جو انت اچڻ سان سچو عڪس ئي ميسارجي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن دنيا جو وَهنوار ابد کان وٺي پاڻمرادو هلندو پيو اچي ته پوءِ لازمي ناهي ائين چئجي ته ڪو سنڌس خالق به آهي. ڇو ته خالق جي تصور جي خاتمي کان پوءِ سنڌس هستي هڪ خام خيالي کان وڌيڪ ڪجهه به ناهي.

انهي منجهيل مسئلي کي محمد ﷺ جي مذهب آسان بڻائي ڇڏيو. قديم منطقي سوچ جي گرفت مان ٻاهر ڪڍي دليرانه فڪر سان سلهاڙيو ته اهڙي طاقت جو مالڪ جنهن هن جهان کي پيدا ڪيو پر پيا جيڪي به جهان آهن سي به سنڌس شڪتيءَ جو مظهر آهن. اهڙيءَ طرح خدا جي تصور کي انساني ذهن ۾ قائم ڪرڻ جو طريقو پوءِ اهو ڪنهن به عقيدي يا روش سان لاڳاپيل هجي ان جو نالو ۽ ناموس وڌائڻ محمد ﷺ جي پورهئي جو ثمر آهي . محمد ﷺ جو نالو تواريخ جي جدوجهد ۾ ان صف ۾ آٽي سگهجي ٿو جنهن هڪ نج مذهب جو بنياد رکيو. ڇو ته اسلام مذهبي توڙي لاشعوري نقطه نگاه کان ايترو ته مٿانهون ٻڌجي اُڀريو جو انهن سڀني مذهبن تي سولائي سان سرسي حاصل ڪري ويو جيڪي ديني باريڪ بيني ، الوهيت ۽ ڏاهپ جي حوالي سان اوگڻن کان وانجهيل ڪونه هئا. انهن کي هٽرادو مذهب به چئجي ته وڌاءُ ڪونه ٿيندو.

”توحيد“ ته هڪ زبردست انقلابي نظريو هو جنهن ڪري مذهبي لحاظ کان اعليٰ اثر رسوخ جي ڪري مذهبي بڻ بڻياد تي سنئون سڌو اثر انداز ٿيو. ان ڪري ڏٽي سگوري کي مٿانهون ۽ دنيوي وَهنوار کان پريرو رکڻ لاءِ هڪ نئون رستو کُلي پيو. جنهن ۾ سنڌس سهائتا کان سواءِ به هٿ پير هڻڻ جي همٿ پيدا ٿي. ائين اسلام هڪ مضبوط وحدانيت پرست مذهب جي حيثيت ۾ انساني تواريخ جي اهڙي دروازي کي بند ڪري ڇڏيو جنهن جي معرفت مذهبي راءِ ۽ روش اثر انداز ٿي

رهي هئي ۽ پنهنجي فطرتي جوڙجڪ جي نقطہ نگاه کان عقل۽ دليل وسيلي تشريح کي اعليٰ ۽ اتم ڄاڻايو ۽ مذهبي راۀ ۽ روش کي ڪنڌائتو ڪندي جديد عقل پرستي ۽ منطق جو جرڪندڙ پيڙهہ پٽر رکيو. (اسان وحدانيت کي هڪ اهڙي وسيع ڍنڍ سان ڀيٽ ڏئي سگهون ٿا. جنهن ۾ سائنس هڪ اهڙي پاڻيٺ وانگر گڏ ٿي رهي آهي جيڪا اوچتو بند کي ڀڃي پورا ڪري ڇڏيندي، دنيا ۾ ٽي اهم وحدانيت وارن مذهبن ۾، اسلام سڀ کان وڌيڪ ماديت جي ويجهو چئي سگهجي ٿو ڇو تہ اهو ٻين مذهبن جي نسبت وڌيڪ ويجهي دور جو آهي. جيڪو پنهنجي ابتدائي دور ۾ عرب تمدن جي آزادانہ سوچ ۽ ويچار جي شاندار دامن ۾ اُڀري جوان ٿيو، اسلام پنهنجي مڪمل سگهہ سان وچولي دور ۾ سنئون سڌو يهوديت تي ۽ اڻ سڌي طرح مغرب جي عيسائيت تي اثر انداز ٿيو“.

F.A. LANGE:_ "The History of Materalism" Vol 1 PP. 174 and 177) )

اسلام هڪ مڪمل طور وحداني مذهب هئڻ ڪري پنهنجو ڪردار ادا ڪري سگهيو. جنهن ڪري اسلام پنهنجو انقلابي ڪردارادا ڪري سگهيو.

اسلام جي وحدانيت پرست ٻيهڪ ئي هئي جنهن ڪري پاڻ سڳورا ﷺ رسالت يا نبوت جي ذڪر سان گڏ حضرت ابراهيم عليہ السلام کان وٺي حضرت موسيٰ ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام تائين سيني جو ذڪر ڪندا هئا ۽ هڪ ئي مرڪز سان سيني کي وابستہ ڪندا هئا جيئن قرآن حضرت موسيٰ، حضرت عيسيٰ ۽ ٻين عبراني پيغمبرن بابت ثابتي ڏني آهي. اهو ئي فرق هو سختيءَ سان وحدانيت تي ڪاربند رَهڻ جي نشاني جو. پر ستت ئي محمد جا پوئلڳ سندس وفات بابت نازڪ سوال تي ورهائجي ويا. اهو هيئن تہ جڏهن نبي جي وفات متعلق خبر اُن فوجي لشڪر ۾ پهتي جيڪو شام ڏانهن لشڪر ڪشي لاءِ تيار هو تہ عقيدت مند عُمر رضي الله تعاليٰ عنہ ويساهہ ڪرڻ

لاءِ تيار ڪونہ هو تہ نبي سڄورو لاڏاڻو ڪري سگھي ٿو ۽ دڙڪو ڏنائين تہ اهڙو نياپو آڻيندڙ جو مٿو ڪپيندي بہ ويرم نہ ڪندو ڇو تہ اهو ڪافرن جو ماڻهو بہ ٿي سگھي ٿو. اهڙي صورتحال ۾ ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙي جهانديده، جوشيلي عمر رضي الله تعاليٰ عنہ کي مخاطب ٿيندي هيٺيان لفظ چيا : (ڇا اهو محمد آهي يا سندس رب جنهن جي اوهان عبادت ڪريو ٿا؟ ڇو تہ رب لافاني آهي پر رسول اسان وانگر فاني آهي ۽ رسول جي چوٽي مطابق تہ هو بہ هڪ ڏينهن فنا جي عام رواجي دور مان گذرندو.)

ان ڪري ياد رکڻ گهرجي تہ محمد جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس جاءِ والاريندڙ ڪيس صرف (رسول) ڪري ڄاڻايو نہ نبي. ائين محمد کي سندس پيروڪارن طرفان رڳو رسول ڄاڻائڻ جي ڪري ٻين مذهبن جي تعليم ڏيندڙن سان ڳُلهي ۾ ڳُلهو ملائي ڇڏيو. ان ڪري نبيءَ جي خدائيءَ واري حيثيت جي نفي ڪري اسلام خالص وحداني مذهب بڻجي ويو. هونئن آڳاٽي دور ۾ نبيءَ کان خدا واري حيثيت ڏني ويندي هئي. ڇو تہ هن جي راءِ يا لڳ لاڳاپا هڪ اعليٰ هستيءَ ڏانهن منسوب ٿيل هئا. نتيجي ۾ مبهم ۽ غير واضح دليلن سان خدا ۽ پيغمبر ٻنهي ۾ الوهي عظمت ۽ الوهي وصفن کي سمائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. عقيدن جي سادگي ۽ مذهب جو اسپرٽ يا تہ الهياتي عقيدن يا مبهم ڏوڪي ۾ گم ڪئي ويندي آهي. وحدانيت جي مسلڪ تي مضبوطيءَ سان عمل ڪرڻ ڪانسواءِ اسلام پنهنجو تواريخي ڪردار ادا ڪري نہ پئي سگهيو جيڪو هن اڳتي هلي ڪري ڏيکاريو. جيڪڏهن نبي الوهيت کان وانجهيل هجي، يا سندس دعويٰ کي عام طور ڏيان لائق نہ سمجھيو وڃي تہ پوءِ مقدس ڪتاب پڻ الهامي درجو نہ ٿا رکي سگھن.پر مسلمانن جو نظريو اسان کان مختلف آهي هو قرآن کي الهامي ڪتاب ۽ رسول جي فرمان کي قابل عمل مڃين ٿا. نتيجي ۾ قومن آڏو هڪ خود اختياري ۽ عقلي نظريو قائم ٿي ويندو آهي، جيڪو

پنهنجي مذهبي پيشوا کي خدا جو هڪ برگزيده ٻانهو سمجهندي ان جي تعليم کي مستقل سچائي ۽ ان جي قانونن کي اڻ مٽ سمجهندو آهي.

جيستائين اسلام ٻارهين صديءَ تائين يڪسانيت / جمود جي عقيده پرستي ۾ نہ ڦاٿو هو، اوستائين هڪ خدا ۾ ويساه مسلمانن لاءِ عملي طور ڇڻ تہ هڪ غير محدود آزادي سندس روحاني زندگي سان منسوب ٿيل هئي. تواريخ ٻُڌائي ٿي مذهب جي ان سادگي، فطرت سان هم آهنگي ۽ لچڪ مان عرب مفڪرن ڀرپور فائدو ورتو. مسلمان فقيهہ سمجهندا هئا تہ تثليث واري نظريي جي ذريعي عيسائي مذهب دنيا آڏو خدا جي مٿانهين تصور بدران ان جي اڻ وٽندڙ شڪل پيش ڪري رهيو آهي. تنهنڪري ان نظريي کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ جي غرض سان انهن پنهنجي مذهب جي بنيادي تصور کي انهيءَ مجرد خياليءَ سان وابستہ ڪيو جيڪو اڃا تائين انساني ذهن ۾ نہ آيو هو. (رينان ”ابن رشد رشديت“ ص 76) الاهياتي استنباط جو اهڙو اڻلڀ شاهڪار هو انهيءَ ڪري پيش ڪري سگهيا ڇاڪاڻ تہ ”محمد جي وحدانيت مڪمل ۽ گهٽي ياڳي ٻين مذهبن جي مقابلي ۾ ملاوٽ جي عمل کان پاڪ هئي“
(F.A. LANGE:_ "The History of Materalism" Vol 1 P. 184).

اها ساڳي اثارتي تصديق ڪري ٿي تہ مذهب جي بنيادي اصولن ۾ نشونما جي صلاحيت اتم درجي تي موجود هئي، جيئن تہ انهن اصولن ۾ وحدانيت جو روح وڏي پئماني تي موجود هو. تنهنڪري ارتقائي دؤر ۾ اهي تنگ نظر مذهبي سوچ جي دائري کان ٻاهر نڪري ويا ۽ هڪ روحاني محبت ۽ تازگيءَ جي روپ ۾ تڪميل تي پهتا. جنهن عقيدت واري فڪر جو خاتمو آڻي ڇڏيو. (ان حد تائين جو عربن وٽ اڃان يوناني فلسفي جي پَهچ ڪانہ ٿي هئي، اسلام ۾ ڪوڙ سارا ذهني ۽ الاهياتي ادارا قائم ٿي چڪا هئا، ۽ تحقيق ۽ تفتيش جي ان نهج تائين رَسي ويا هئا، جو خدا جي تصور کي ايترو تہ خيال پرستيءَ ڏانهن وٺي ويندا هئا، جتي فلسفيانہ خيال بہ نہ پهچي سگهن جڏهن تہ ٻئي ذهني

اداري جا ماڻهو هر مسئلي کي عقل ۽ سمجهه جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ گهرن پيا ۽ دليل کانسواءِ اعتقادي نظريا مڃڻ لاءِ هرگز تيار نه هئا. بصره ۾ عباسي حڪمرانن جي دور ۾ هڪ اهڙي عقليت پرست اسڪول جو بنياد رکيو ويو جتي مذهب ۽ عقيدي کي هڪ ٻئي جي قريب آڻڻ جو رستو ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي وئي (Ibid P_ 177).

پهريائين پنجن ڇهن صدين جي تواريخ ٻڌائي ٿي ته اسلام اهڙا اسڪالر پيدا ڪيا جيڪي بهشت برين ۽ آسماني داستانن کان اُڪري فلڪياتي تحقيق ۽ قرآن جي تلاوت سان گڏ غير مذهبي ڪتابن جو به مطالعو ڪيو ۽ انهن انقلابي دانشورن بنان ڪنهن رڪ رڪاءِ جي عقيده پرستي تان هٿ کڻي دليل کي سونهون بڻايو. مسلمان حڪمران جيڪي بغداد، قرطبه ۽ قاهره ۾ رهندڙ هئا انهن سائنسي تعليم ۽ ڄاڻ جي واڌاري ڏانهن توجه ڏنو جنهن ڪري ڏاهپ جي اوسر ۾ ترقي ٿيڻ لڳي. اهڙيءَ طرح بخارا جي آزاد سلطنت شاعرن، عالمن ۽ طبيبن کي ملن ۽ فقيهن کان مٿي رکيو ۽ مذهب جي اشاعت جي پيٽ ۾ سائنسي علمن جي اشاعت کي ترجيح ڏني.

جڏهن اسان شعوري طور محسوس ڪيون ٿا ته انهيءَ دانشورانه جدوجهد جي ترقيءَ لاءِ راه کولڻ جو وسيلو اسلام جي عروج ماڻڻ ۾ سياسي سماجي ردوبدل مکيه ذريعو آهي. پر ان جو اصلي نڪتو اسلام پڻ آهي. ائين قرآن ۽ نه وري اسلام جو عقيدو اسان کي اجازت ڏئي ٿو ته اسلام جي تواريخي ڪردار کان ڪن لاتار ڪيون.

باب ڇهون

# اسلامي فلسفو

عربن جي سائنس ۽ آرٽ جي مد ۾ ڪيل جدوجهد جي ڄمار اٽڪل پنج سو ورهين تي محيط آهي ۽اِهو دور يورپ جي اونداهيءَ وارو دور آهي. انهي دور ۾ هندوستان برهمڻ سماج آڏو گوڏا ڪوڙي رهيو هو جيڪو ٻڏ ڏرم ڪي لتاڙي رهيو هو. انهيءَ سموري ڪار گذاري جي نتيجي ۾ جڏهن برهمڻ سماج ٻڏ انقلاب جي مٿان شرمناڪ نموني حاوي پئجي ويو تہ اهوئي مکيہ ڪارڻ هو جو برهمڻ سماج، مسلم حملي آورن جي سامهون سٺ جهلي نہ سگهيو.

ائين بني اميہ، بني عباس ۽ فاطمي گهراڻن جي روشن خيال دورن ۾ علم، تهذيب، تمدن جي زمري ۾ ايشيا، اتر آفريڪا ۽ اسپين ۾ خوشحالي ۽ ترقي آئي، جنهنڪري ثمرقند ۽ بخارا کان مراڪش ۽ قرطبہ تائين کوڙ سارا عالم ۽ ودوان، علم فلڪيات، علم حساب، فزڪس، ڪيمسٽري، طب ۽ موسيقي تي کوجنا ڪرڻ سان گڏوگڏ تدريس جو ڪم بہ ڪري رهيا هئا. جڏهن چرچ جي تعصبي ۽ جاهلانا سلوڪ جي ڪري يوناني فلسفي جا شاهوڪار ذخيرا زمين دوز ٿي رهيا هئا تہ اهي عرب ئي هئا جن گم ٿيندڙ خزاني کي بچائي وَرتو ۽ سچ پڇ تہ انهن علم جي ذخيرن جي دفن ٿي وڃڻ جي نتيجي ۾ جيڪو عالم انسانيت جو نقصان ٿئي ها، ان جو ڪاٿو لڳائڻ مشڪل آهي.

اهڙيءَ طرح ڪرستان اجايو سجايو دينداري، بهہ روپي ۽ مقدس رياڪاريءَ جي ڪري سائنس جي قديم حيثيت کي ناپاڪ ۽ پليت ڄاڻائڻ جي خفت ۾ مبتلا ٿي ويا. يورپ جا ماڻهو اهڙي اڻ ڄاڻائي جي

نتيجي ۾ اونداهي جي هڪ اهڙي دور ۾ ٻُڏي ويا جنهن کي يونان جي ذاهن نئين سر جيئرو ڪري اجاڳر ڪيو هو. سو اڳتي هلي وهم، وسوسن، تنگ نظري ۽ اڻ سهپ جي اونداهي ۾ دٻجي ويو هو. ان کي نئين سر نروار ڪري، يورپ واسين کي مادي خوشحالي، ڏاهپ جي ترقي ۽ روحاني آزادي سان روشناس ڪرائڻ جا پيڳ ڏٽي اهي عرب فيلسوف ۽ سائنسدان هئا جن جي مُهابي يونان جي علم ۽ ڄاڻ جو اباڻو ورثو، جديد علم ۽ منطق جي سرواڻ ۽ جديد سائنس جي بانيڪار راجر بيڪن جي هٿن تائين پهتو. جيڪو پڻ هڪ عرب جو شاگرد هئو. انهيءَ ڏس ۾ همبولٽ (HUMBOLOT) جي راءِ مطابق تہ عربن کي (جديد طبعي سائنس جو بڻياد رکندڙ چئي سگهجي ٿو ۽ جنهن جي حيثيت ۽ اهميت کان اڄ بہ انڪار ڪري نہ ٿو سگهجي.) ائين تجربي ۽ ماپ جا بہ اهم اوزار آهن، جنهن جي مدد سان هنن ترقيءَ جي رستي ڳولڻ سان گڏوگڏ يونان جي وچايل ڪڙيءَ کي بہ جديد سائنس سان ڳنڍي ڇڏيو.

الڪندي، ابن الهيثم، فارابي، ابن سينا، غزالي، ابوبڪر رازي، ابن حزم (Avempace)، ابوالفرج (Alphetragius)، اهي نالا، انساني تهذيب ۾ لازوال حيثيت ماڻي اڻ وسرندڙ بڻجي ويا آهن. ۽ ابن رشد جو نالو تہ هڪ اهڙي ابديت جو درجو حاصل ڪري ويو آهي، جنهن کي لاشڪ تہ جديد تهذيب جو هڪ اهڙو قاصد سڏي سگهجي ٿو. جنهن جديد تهذيب جي منهندارن کي ارسطو جي ذهانت ۽ فڪر سان سڃاڻپ ڪرائي. ابنِ رشد ذريعي تہ يورپ ۾ ماڻهپي ۽ ساڃاهہ جي اهڙي بيش بها تحريڪ جي شروعات ٿي، جنهن جي ڪري مذهبي ڪٽر پڻ ۽ انڌي تقليد پرستيءَ جي سنڌ ٿيل سماج ۾ آزاديءَ جا ڪرٽا ڦٽي نڪتا. عرب ڏاهن جو تواريخي ڪردار جيڪو اندلس جي روشن خيال حڪمرانن جي سرپرستيءِ جو هڪ چٽو مثال آهي، ان جي واڪاڻ ڪندي راجر بيڪن چوي ٿو: (فطرت جي تشريح ارسطو ڪئي پر ارسطو جي

چندچاڻ جي ذميواري ابن رشد جي هٿئون ٿي.)

ان حوالي سان چرچ جي بالادستي ۽ مذهبي تسلط جي خلاف فڪري انقلاب جو جهنڊو، تيرهين ۽ چوڏهين صدي ۾ اڀو ٿيو. جو ته انهيءَ دور جي باغي عقل پرستن، سائنسي سوچ ۽ فڪر جو دَرس ته يوناني دانائن جي لکڻين منجهان حاصل ڪيو پر بغاوت جي رهنمائي ڪين عرب دانشورن جي معرفت حاصل ٿي ۽ خاص ڪري ابن رشد جي مهابي.

ڇهين صدي جي ابتدا ۾، جيسٽينن جي مذهبي تنگ دلي واري سلوڪ سبب ڪرستانن جي پاڪ ڌرتيءَ تان غيرڪرستانن جي نالي نشان ميسارڻ جي شروعات ڪئي وئي. آخرڪار يوناني ڏاهن کي زور زبردستي سان علم جي مسند تان لاٿو ويو. جنهنڪري هنن رومي سلطنت مان لڏپلاڻ شروع ڪئي ۽ ايران ۾ پناهه وَرتي، پر اتي به مذهبي مهندارن بغض ۽ ساڙ جي ڪري مَٿن ڪفر ۽ الحاد جون فتوائون ڏئي سندن جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو. انت ته يوناني ڪلچر، بغداد جي عباسي خليفن جي مهمانداري ۾ داخل ٿيو.بغداد جا عباسي خليفا، انهن آيل ناستڪن جي ڏاهپ کان ايترو ته متاثر ٿيا جو انهن آڏو نه قرآن ۽ نه تلوار جو شرط رکيائون. ان ڪري جيڪي به عالم ۽ ڏاها ٻين عقيدن بابت تنقيدي راءِ رکندڙ هئا انهن سيني کي عقيدت پرست خليفن جيءَ ۾ جايون ڏنيون.

انهن خليفن جلاوطن يوناني عالمن کي پناهه ڏني. ان سان گڏوگڏ ڪين سندن قابليت مطابق ذميواري سونپي ته رومن سلطنت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل يوناني فلسفي کي يڪجا ڪري برباد ٿيڻ کان بچايو وڃي. ائين ارسطو هيپوڪريٽس،گيلن ۽ ٻين سائنسدانن جي لکڻين کي عربي لباس ۾ آندو ويو ۽ خليفن انهن غير فرقيوارانه ۽ سيڪيولر علومن کي عرب دنيا ۾ ڦهلائڻ جي همت افزائي ڪئي. انهيءَ ڪارج واسطي سلطنت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سائنسي علم پکيڙڻ لاءِ اسڪولن

جو چار وڇايو ويو تہ جيئن هزارين شاگردن کي سولائي سان تعليم ملي سگهي. اميرن ۽ غريبن جي ٻارن لاءِ بنان ڪنهن مت ڀيد جي تعليمي سلسلو شروع ڪيو ويو. غريب شاگردن کي مفت تعليم ۽ استادن کي سندن پورهئي خاطر لاتعداد سهوليتون ڏنيون ويون. عرب تواريخ دان ابو الفرج ابن الجوزي ( Abul Fargius) انهن عالمن بابت خليفي مامون جي راءِ لکندي چوي ٿو: اُهي ذات ڏٽي خدا تعاليٰ طرفان ئي چونڊيل آهن، جيڪي لائق ۽ سيبائتا پيروڪار ثابت ٿيا. انهن پنهنجي سموري ڄمار منطق ۽ عقل منديءَ جي لاءِ وقف ڪري ڇڏي. اهي علم ۽ عقل جا سونهان ۽ دنيا سازي بابت سنسار جا اُهي روشن مينار آهن جو انهن جي نہ هئڻ ڪري دنيا ڀيهر اوندهہ، اياڻپ ۽ وحشي دور ۾ غرق ٿي وڃي ها.“

موجوده دور ۾ اسلام جي حوالي سان جنهن تنگ دلي ۽ مذهبي ڪٽرپڻ ۾ اضافو ٿيو آهي، ان اسلام جي سچائي ۽ معتبريءَ کي وڏو نقصان پهچايو آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي ٻڌايو وڃي تہ نبيءَ جا وارث اهڙن دانائن جا قدردان هئا جيڪي ڪنهن بہ مذهبي فرقيواريت لاءِ سرگرم ڪونہ هئا، انهن جي تعليم جو مکيہ نظريو هئو تہ(دليل) ئي انساني ساڃاهہ جو سچائي سان واڳيل نقطو آهي. تواريخ ۾ اهڙو مثال نہ هئڻ برابر آهي تہ هڪ اهڙو فرد جيڪو مذهبي لحاظ کان بہ هڪ اهم عهدي تي فائز هجي ۽ تنقيد ۽ڇنڊڇاڻ جي همت افزائي ڪندو رهي تہ جيئن ماڻهپي ۽ دليل جي فڪر ۽ ويچار کي مانائتي حيثيت ملي سگهي. اهڙو ڪارنامو مامون الرشيد ڪري ڏيکاريو. ڇو تہ عقل منديءَ جي ڀوڪ پوکڻ جو مطلب ٿيو تہ اکيون پُوري ويساهہ نہ ڪرڻ. انهيءَ ڏس ۾ مامون الرشيد، عباسي خليفن ۾ اهو ناليرو شخص ليکيو وڃي ٿو جنهن نہ رڳو سائنسي علم ۽ فڪر جي همت افزائي ڪئي پر ٻين خليفن پڻ وَس آهر هٿ ونڊايو. ائين بہ ڪونهي تہ ڏاهپ جي پنڌ ۾ رڳو عباسي خليفن جي روشن خيال سوچ ۽ سلوڪ تائين پڄاڻي اچي وئي.

انهي ساڳي زمري ۾ افريڪا جا فاطمي ۽ اسپين جا اموي به اچي وڃن ٿا، اهي سياسي اقتدار جي ويڙهاند ۾ هڪ ٻئي جا ڪٽر مخالف هوندي به مادي خوشحالي، فڪر ۽ شعور جي سرپرستي ڪرڻ ۾ اڳ اڳرا هئا. قاهره جي ڪتب خاني ۾ لڳ ڀڳ هڪ لک ڪتابن جو ڳاٽيٽو موجود هئو ۽ قرطبه ۾ ته اهو انگ ڇهوڻ کان به ٽپيل هئو. اها ڪتابن جي سچائي ۽ علم پروري ان ڪوڙ کي به وائکو ڪري ڇڏي ٿي، جنهن ۾ چيو ويندو آهي ته اسلام جي اوسر سان مذهبي جنون ۽ وحشي دور جي ابتدا ٿي هئي ۽ ان لاءِ دليل طور اسڪندريه جي ڪتب خاني ساڙڻ جو مثال ڏنو ويندو آهي. انهيءَ مثال تي ڪو عقل جو سادو ۽ مت جو موڙهيل ئي اعتبار ڪندو چو ته اُهي ماڻهو جيڪي علم، ساڃاهه، فڪر ۽ فهم جي حوصله افزائي ڪرڻ ۾ راحت ۽ خوشي محسوس ڪندا هئا، سي اسڪندريه جي لئبرري کي ائين باهه جي حوالي ڪري سگهندا؟ اهي جيڪي پنهنجي دور ۾ انسانيت جي نجات ۾ اڳ اڳرا ۽ انسان ذات جي گڏيل ورثي کي محفوظ ڪرڻ ۾ پڻ اڳڀرا هئا، ڇا انهن لاءِ ڇئي سگهجي ٿو ته اهڙي املهه خزاني کي تباهه ۽ برباد ڪرڻ ۾ سندن هٿ هو؟ جيڪڏهن ٺڏي سيني سان بنان ڪنهن رياڪاري جي تورتڪ ڪبي ته ڇٽي صورتحال سامهون اچي بيهندي ته ان طرز جا گمراهه ڪندڙ قصا ۽ ڪهاڻيون رڳو بدنيتي تي مبني آهن،۽ اسلام جي آمد پنهنجي جوهر ۾ هڪ عذاب يا قهر نه پرانسان ذات لاءِ رحمت ۽ نيڪيءَ جو پيغام هو.

هونئن يارهين ۽ ٻارهين صَدي جي وچ وارين لکڻين ۾ اسڪندريه جي ڪتب خاني جي بربادي جو ذڪر سخت نفرت ۽ ڌڪار جي نوع ۾ڪيل آهي، ان جي برعڪس عربن جي آمد وقت ٻن مصر جي ڪرستان تواريخ نويسن ( Estichicus Elnoacian) انهيءَ هيڏي ساري دردناڪ حادثي متعلق هڪ اکر به نه ڳالهايو آهي. انهن ٻنهي ڄڻن مان

پوپون صاحب ته اسڪندريه جي چڱن مڙسن مان هڪ هو جنهن لاءِ وَهم ۽ گمان به نه ٿو ڪري سگهجي ته ڪرستانن جي دشمنن جو ٻانهن ٻيلي هو. انهيءَ نقصان بابت گهٽي ڀاڱي خليفي عمر جي هڪ حڪم نامي جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. ان کي ڪرستانن جي هٿ چراند به ليکي سگهجي ٿو. پر گبن پنهنجي تجزئي ۽ ملندڙ ثبوتن جي آڌار تي هن راءِ جو اظهار ڪري ٿو: (عمر جو اهڙن سخت جملن ۾ حڪم نامو اسلامي نقطه نگاهه جي ابتڙ ۽ اڻ ٺهڪندڙ محسوس ٿئي ٿو ڇو ته هن پنهنجن حڪم نامن ۾ لکيو آهي ته يهودي ۽ ڪرستانن جي مذهبي ڪتابن کي ساڙڻ کان پاسو ڪيو وڃي ۽ مشرڪ / ناستڪي ليکڪن، تواريخدانن ۽ شاعرن سان به قانون مطابق سلوڪ ڪيو وڃي.) (Rise and fall of the Roman Empire )

هونئن جڏهن کان وٺي تواريخ لکڻ جو غير جانبدارانه طريقو وجود ۾ آيو آهي ته اسڪندريه جي ڪتب خاني جو قصو پنهنجو قدر ۽ قيمت وڃائي ويٺو آهي ۽ شڪ شبهي جي ڍير ۾ دفن ٿي ويو آهي. بهرحال عربن جي آمد کان اڳ ئي اسڪندريه جي ڪتب خاني منجهان قيمتي يوناني ڪتابن جي منتقلي عمل ۾ اچي وئي هئي. ڇو ته عربن جي فتوحات کان اڳ اسڪندريه ۾ ڪرستاني مذهب جو ڪٽرپڻ پکڙجڻ سبب علم ۽ فڪر جو به زوال اچي ويو هو. ان ڪري ڪتبخاني جو ساڳيو مان ۽ مرتبو به ڪونه رَهيو هو. ڇو ته غير ڪرستان عالمن کي عيسائي مذهبي مهندارن جي تعصبي سلوڪ ۽ چُرچ تي مڪيه عهدن تان برطرف ڪيو ويو هو ۽ لازمي طور اهي عالم سڀُورا علم جو خزانو به پاڻ سان کڻي ويا هوندا. ان هوندي به جيڪڏهن مڃجي کڻي ته عمر جي حڪم نامي سان ڪتب خاني کي باهه ڏني وئي هئي ته اهڙي نڪتي کي هاڻي هرويرو اپارڻ جڻ ته ڇسائپ جو اظهار آهي، جنهن مان مذهبي اٽڪلت ۾ اضافو ٿيندو ۽ اهڙو عمل انسان ذات کي لاڀ ڏيڻ جي برعڪس ڇيهو رَسائيندو. اسلام جي نالي ۾ڪا سَاڙ ٻار کڻي ٿي به هوندي پر ان

۾ڪنهن شاهوڪار علمي خزاني کي نقصان رسيل ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي، ڇو تہ خليفن جي علم سان اُنس ۽ اتساهہ جي ڪيفيت جو ڪاٿو لڳائڻو آهي تہ انهن لازمي طور بيش بها علم کي محفوظ رکڻ لاءِ پهريائين ڪجهہ اُپاءِ ورتا هوندا ۽ باقي اجايو سجايو ۽ ڪِنُ ڪچرو ساڙڻ جو حڪم ڏنو هوندو.

بازنطين گهراڻي جي وحشين لاءِ هيڪاندا ثبوت موجود آهن تہ انهن ڪيئن بطليموس جي شاندار پورهئي کي تلف ۽ تاراج ڪري ڇڏيو. اسڪندريہ ۾ علم ۽ عرفان جي شمع کي وسائڻ ۾ وڏو هٿ سينٽ ڪارل جو ڇيو وڃي ٿو جنهن علم جي ديوي هيپريا جي پريل ميلي ۾ بيحرمتي ڪئي هئي. اهو سڀ ڪجهہ پنجين صدي جي شروعات ۾ وهيو واپريو هو. ان حد تائين جو پادري سڀورا ڪنهن بہ حالت ۾ اسڪندريہ جي اهڙن ليڪچرن ۽ خطابن کي برداشت ڪري نہ سگهندا هئا جنهن ۾ فلسفي ۽ سائنس بابت بحث مباحثا ٿيندا هئا ۽ انهن گڏجاڻين جي سرپرستي هڪ يهودي عورت /غير ڪرستان ڪندڙ هئي. جنهن ۾ شهر جا ساڃاهہ وند ماڻهو شرڪت ڪندا هئا. جڏهن تہ آرچ بشپ /وڏي پادريءَ جا ناقابل فهم خطبا فسادي فڪر ۽ سوچ جا ماڻهو ٻڌڻ ايندا هئا. ان جي خطابن ۾ عقل ۽ فهم جي ڳالهہ ڪرڻ تہ پري رهيو پر هو موربڳو پنهنجي مليل اٽڪٽ اختيارن وسيلي محاذ آرائي ڪندڙن کي مليا ميٽ ڪرڻ ۾ ويساهہ رکندڙ هو. انهيءَ آرچ بشپ جي هشيءَ تي فسادي (جن جي سرواڻي جنوني راهبن جو گروهہ ڪري رهيو هو) مذهب جي نالي ۾ اسڪندريہ جي علمي مرڪز تي ڪاهہ ڪري هڪ اهڙي گناهہ جا مرتڪب ٿيا، جنهن کي بيان ڪندي ڇڙ تہ هڪ عذاب ۽ ياد ڪندي بہ شرم محسوس ٿئي ٿو.

ڇو تہ چار سو ڇوڏنهن عيسويءَ جي قريب ۾ فلسفو ۽ ڏاهپ محدود دائري ۾ قيد رَهيا ۽ نتيجي ۾ سائنس ۽ دليل لاءِ گمنامي جي غار ۾ الوپ

ٿيڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ڪونہ رهيو هو. عوام ۾ سندس مجتا ۽ مهانتا جي ويل وهامي وئي هئي. ائين سمجهڻ گهرجي تہ صديون اڳ جاڻ ۽ ڏاهپ جي ڏياتي وسامي چُڪي هئي. چو تہ مذهبي ڪٽر پڻ جي وزني عَصا جي ڌڪ يوناني فلسفي جي نازڪ ۽ نفيس خدوخال کي بگاڙي ڇڏيو هو. ڪارئل ائڪٽ کي بہ بغير ڪنهن سوال ۽ آڏي پڇا جي مسلط ڪيو ويو. اهڙي صورتحال ۾ رومي سلطنت ۾ ڪنهن بہ انهيءَ رمز کي جانچڻ جي تڪليف بہ ڪانہ وَرتي تہ فڪر ۽ فهم جي آزادي جو هئڻ ڇو ضروري آهي؟ ڇو تہ اهڙي طرز جي ڳولا قولا فاتحن جي انهن ارادن کي وائکو ڪري بيهاري ها تہ اسڪندريا ۾ پنهنجي اقتدار کي دائمي رکڻ لاءِ هو کهڙيون حرفتون ۽ حيلا ڪري رهيا هئا. اهڙيءَ ريت لڳاتار بہ صديون وڏيڪ ويران، پڙپانگ ۽ تباهہ ڪندڙ ثابت ٿيون. جنهن مان ڇوٽڪارو ٻاهرين حملہ آورن جي مُهابي ٿيو. هونئن سموري دنيا کي سُڌَ آهي تہ عرب فاتح دليلن جي سچائيءَ سان نمودار ٿيا هئا ۽ پوءِ بہ اها دعويٰ ڪونہ ڪيائون تہ عقل ۽ ڏاهپ جي زمري ۾ پاڻ اعليٰ ۽ اتم آهن. چاڪاڻ تہ انهن جاڻ ۽ علم حاصل ڪرڻ بابت پنهنجي روش کي مذهبي مت ڀيد کان مٿانهون رکيو. هو ان ڪري مصر کي دنيا جي قومن جي پيٽ ۾ ٻيهر ناماچار ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيا. هو مصر کي هڪ پيانڪ شدت پرستي، اياٽپ ۽ جاهليت جي اونداهيءَ منجهان ڪڍي اچڻ ۾ ڪامياب ٿيا.)

Draper: The History of the Intellectual Development of Europe vol: 1. p_ 325

عربن نہ رڳو يونان جي قديم ڏاهپ جي پندار کي بچائي ورتو پر ان کي سانديو ۽ سموهيو پڻ. ان سان گڏ علم جي خزاني تي پنهنجون عقل ڀريل تشريحون بہ لکيون. جنهنڪري جديد سائنس جي دانائن، افلاطون، ارسطو، اقليدس،هيپو ڪريٽس، گيلن ۽ بطيلموس جون عالمانہ لکٽيون ۽ پورهيو عربي ٻوليءَ جي معرفت پهتيون. جديد يورپ عربن کان علم، طب ۽ سائنس ۾ جاڻ حاصل ڪئي . پر ساڳي وقت علم

هيئت (Astronomy) جي سائنس جنهن انساني فڪر جي اڏام ۾ وسعت آندي ۽ فطرت جي ميڪانيڪي قانونن کي اجاگر ڪيو، ان جي پوکي راهي ۾ بہ عربن جو رت سٽُ شامل ڇئي سگهجي ٿو. انهي نئين تحقيق جي مدد سان عرب فيلسوفن زمين جو ٽُز گهيرو (Diameter) ۽ گرهن /سيارن جو تعداد بہ ڳولي لڌو. انهن جي هٿن ۾ علم هيئت پنهنجي قديم خدوخال جي خول مان ٻاهر نڪتي ۽ مشرقي ملڪن جي عالمن ۽ پنڊتن جي پوک ۽ پورهئي جي طفيل هڪ سائنسي علم جو درجو حاصل ڪيو. الجبرا جي ايجاد جو تاج اسڪندريہ جي diophantus تي اچي ٿو. پر الجبرا علم جي ديوان خاني ۾ پنهنجي جاءِ والارڻ جي تڏهن قابل ٿي جڏهن عربن کيس سنواري پيش ڪيو. ائين مجموعي طور سائنس کي ميجتا ڏيارڻ ۾ عربن جو پورهئو ۽ پگهر شامل آهي. پر عرب پنهنجي سموري پورهئي جو ثمر يونان جي عالمن سان منسوب ڪن ٿا. هونئن علم نباتات (Botany) گهٽي ياڳي علم طب لاءِ پڙهائي ويندي هئي، پر ان ۾ هنن لڳ ڀڳ بہ هزار ٻوٽن جون جنسون ڳولي لڌيون جنهن علم سائنس کي هڪ نئون جنم ڏنو. علم ڪيميا کي بہ مصر جا ڪٽر ۽ تعصبي عالم سيني ۾ سانپيندا آيا، جنهن جو عام استعمال بابل ۾ بہ هو. هندوستان جا حڪيم بہ انهيءَ علم جي بڻ بڻياد کان ڪجهہ نہ ڪجهہ آگاهي رکندڙ هئا، پر علم ڪيميا کي ڪارائتا هٿ عربن جا نصيب ٿيا. جنهن ڪري هن علم تائين عام ماڻهن جي رَسائي آسان ٿي وئي. (هنن ڇڪائڻ ( distillation) جي طرز کي جديد نموني متعارف ڪرايو ۽ ان کان سواءِ فطرت جي ٽن مکيہ شاخن جي ڇنڊڇاڻ ڪئي، ڪار ۽ تيزابن جي عنصرن کي جداگانہ ترتيب ڏني ۽ اجان بہ قيمتي ۽ سخت ڌاتن کي قلدائڪ دوائن ۾ تبديل ڪيو. (گبن)

عربن علم طب جي سائنس ۾ چڱي چوکي ترقي آندي، انهيءَ ڏس ۾ موسيٰ ۽ جابر تہ سنئون سڌو جالينوس ( galen)جا پيروڪار هئا ۽

جيڪو ڪجهہ ڪين استادن کان حاصل ٿيو ان سان انسان ذات جي خزاني ۾ اضافو ڪيائون. ابن سينا، بخارا جي هڪ ڏورانهين علائقي ۾ ڏهين صدي ۾ ڄائو هو، جنهن کي يورپ ۾ سچا سارا پنج سو ورهيہ اٿارٽي سمجهيو ويندو هو. ان حوالي سان salermo جي درسگاهہ کي سورهين صدي تائين بہ يورپ ۾ علم طب جو مکيہ مرڪز سمجهيو ويندو هو. ائين يورپ پنهنجي ڄاڻ جو ڏاڍو عربن سان ڳنڍيندو آيو ۽ ابن سينا جون لکٽيون تہ وڏي چاهہ ۽ هاج سان پڙهايون وينديون هيون.

عرب عالمن جي علم لاءِ چاهنا جو ڪاٿو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ سندن سموري تحقيق مشاهدي ۽ تجربي سان لاڳاپيل هئي. عربن فرضي قياس آرائيءَ جي طور طريقن کي رد ڪندي سدائين جٽاءِ دار اصولن جي پٺڀرائي ڪئي. عربن جي قابليت ۽ اهليت جو اندازو عزت ماب ابن رشد جي خيال آرائيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو: (مذهب، فيلسوفن ۽ڏاهن جي نظر ۾، ڏٽي سڳوري جي عبادت ۽ سندس جاه وجلال جي مڃتا، اصل ۾ علم ۽ڄاڻ حاصل ڪرڻ ئي آهي، جيڪو سچائي ۽ حقيقت ڏانهن رجوع ڪري ٿو. اهڙو ڪارج رب جي نظر ۾ اعليٰ ۽ اتم آهي. جڏهن تہ انهن ماڻهن جي اها سوچ شرمناڪ آهي جيڪي پنهنجي مذهب کي نج ۽خالص سمجهڻ جي خفت ۾ مبتلا آهن، ان ڪري اهڙو مذهب جيڪو مفروضي جي پروپئگنڊا ۽ پٺڀرائي ڪري تہ ان کي اڻ ڄاڻائي /لامذهبيت جو وسيلو چئي سگهجي ٿو. پوءِ اهڙو مذهب پلي اسلوب جي لحاظ کان پلائي جو پندار هجي پر پنهنجي جوهر ۾ سهپ ۽ رواداري کان ڪوهين ڏُور هوندو آهي. اهڙي آزاد خيالي /لبرل ازم جي ڪري ابنِ رشد، مذهبي مهندارن جي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جو نشانو بڻيو. خاص ڪري عيسائين کان وڌيڪ مسلمانن جو حدف بڻيو.

بهرحال، ابن رشد ڪجهہ وقت جلاوطن رهيو پر پوءِ اسپين جي سلطان کيس قاضي جي ساڳئي عُهدي تي بحال ڪيو ۽ سندس ڪتاب

بہ ڪجھہ قدر ضبط ھئڻ کان بچي ويا. پر سندس لاطيني ترجمي مان
مٿيان حصا ۽ مواد اعتراض جوڳا ڄاڻائي خارج ڪيا ويا. ان ھوندي بہ
يورپ ۾ ٻارھين، تيرھين ۽ چوڏھين صدي جي سيڪيولر تحريڪن
سنئون سڌو اثر عرب فيلسوفن جي ساڃيل لکڻين کان حاصل ڪيو ۽
بيشڪ تہ اھي سيڪيولر نموني جون ھيون جن ڪئٿولڪ چرچ جي بڻ
بڻيادن کي لوڏي ڇڏيو. اھڙي ريت ٻارھين صدي عيسوي يا ان کان اڳتي
جيستائين جديديت جو ظھور ٿيو اوستائين ابن رشد جون تحريرون
ڪليسائي اڳواڻن جي نظرن ۾ ڪفر ۽ بدعت لائق سمجھندي مٿن
زوريءَ فتوائون مڙھيون ويون، ڇوتہ جيڪو ٽڪرو اسان مٿي پڙھي آيا
آھيون ان جي معنيٰ ۽ مفھوم ھئين ٻڌجي ٿو تہ مثبت ساڄاھہ جي کوجنا
ڪرڻ تہ جيئن جھالت ، عقيدت پرستي جي انھيءَ ڍير جي صفائي
ڪجي جيڪي دين ڌرم جي نالي ۾ صدين کان قائم دائم آھن .

ابن رشد پنھنجي ھڪ اقتباس ۾ ڄاڻائي ٿو تہ استقرائي
(inductive )اصولن جو مکيہ مقصد آھي سچائي جي حاصلات .
جڏھن خالق جو اڳوڻو تصور پاسيرو رکي انڌي تقليد بدران ان جي ذات
کي سڃاڻڻ ۽ سمجھڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آھي ۽ تجرباتي
عملن جي ذريعي ان جي صحيح حقيقت ان جي ئي تخليق ڪيل شين
يعني ڪائنات وغيره مان معلوم ڪئي ويندي آھي تہ خدا جو روحاني
تصور پسمنظر ۾ ھليو ويندو آھي. اھڙي صورتحال ۾ سندس موجودگيءَ
جو احساس رڳو مذھب آھي جنھن وسيلي خدا جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ
سان گڏوگڏ مذھبي لباس ۾ انساني فڪر جي ترقيءَ بابت سُڌ ملي ٿي.
انھي حوالي سان دنيا ۾ جيڪي بہ مذھب آھن انھن ۾ اسلام کي مٿانھون
۽ منفرد سمجھندي ٻين مذھبن کي منسوخ ليکي سگھجي ٿو. اھو ئي
سندس تواريخي اھميت جو جوھر آھي .

اسلام ۽ عربي ٻولي جو مرڪز اھي تواريخي علائقا آھن جتي

پراڻيون تهذيبون جهڙوڪ: مصر، آسيريائي، عبراني، ايراني ۽ يوناني تهذيبون پنهنجي حشمت ۽ ڏيا سان نمودار ٿيون، انهن ۾ ٽڪراءُ ٿيو ۽ ختم ٿي ويون. پر انهن اوائلي تهذيبن جي گود منجهان هڪ مثبت ڪارج حاصل ٿيو: عرب ڪلچر جي اڏاوت ۽ محمد ﷺ جي غير معمولي وحداني اصولن جي اوسر. اها سڀ نيڪ نامي ۽ ساک انهن عرب فيلسوفن جي کاتي ۾ اچي ٿي، جن پهريون ڀيرو ان نڪتي کي آب وتاب سان پيش ڪيو ته سڀني مذهبن جي اصليت هڪ ئي آهي. انهن نه رڳو انهي راءِ کي سگهارو ڪيو ته جيڪي به پنهنجي دور جا مذهب هئا سي ذهن تي ايترو ته اثر انداز ٿيا جو زندگي جي پر اسراريت ۽ فطرت کي سمجهڻ لاءِ پيش قدمي ممڪن ٿي سگهي، پر اجان به ڏس ڏنو ته دليل جي روشنيءَ ۾ ئي وڏيڪ سچيتائي ۽ ساڃاهه ماڻي سگهجي ٿي. مذهب جي اهڙي عاقلانه تشريح، ابن رشد کي وڏيڪ ناليرو بڻايو.

ان کان سواءِ علم ما بعد الطبيعات (Metaphysics) ۽ سائنس جا بي بها علوم جيڪي اٿينس ۽ اسڪندريه جي ڏاهپ مرڪزن جو نچوڙ هئا، انهن ۾ عربن ايترو پورهيو ۽ پگهر شامل ڪيو جيڪي اڳتي هلي جديد تهذيب لاءِ پيڙهه جو پٿر ثابت ٿيا. اهو (شڪ) جو عنصر ئي هئو جيڪو سڀني عقيدن ۽ ويساهن جي شهه رڳ بڻيو. اڳتي هلي جيئن ئي تنقيد جي وسيلي ويساهه جي حيثيت کي چئلينج ڪيو ويو ته اهڙو قدم کڻ ته انساني ترقي جي آسمان تي باک ايرڻ جو اعلان هو.

هونئن، آڳاٽو تيرهين صدي ۾ به (شڪ) جو فلسفو موجود هو. پر بداعتمادي موجود ڪانه هئي. مختلف نظريا بحث جو مرڪز بڻيا رهيا ۽ ڪن کي تڪراري بڻائي رد به ڪيو ويندو هو پر ڪرستان عقيدي ۽ اصول جي قلعي تي ڪڏهن به حملو نه ڪيو ويو. مٿس حملو تڏهن ڪيو ويو جڏهن هڪ نئين فڪر جي اڏاوت جي ابتدا ٿي ته ذهن ۾ هڪ نئون نڪور فڪر ترڻ ۽ اُسرڻ لڳو ته سڀني مذهبن جو پاڙون هڪ ئي

آهن تہ پوءِ اهڙا اصول ۽ عقيدا ويتر نقصان رسائيندڙ ۽ خرابي پيدا ڪندڙ آهن پوءِ انهن کي منسوخ /رد ڪرڻ ضروري آهي. ان لاءِ اهي عنصر انسان ذات جي روحاني ايڪتا آڏو ڇڙ تہ رنڊڪ بڻجي بيٺل آهن. ۽ ظاهر آهي تہ جيڪڏهن عقيدي ۽ ويساهہ جي صفتن کان نجات ملي ٿي تہ پوءِ مذهب جو پنهجن پيرن تي بيهڻ جو مقصد بہ هڪ سواليہ نشان بڻجي وڃي ٿو . ڇوتہ سچائي کي محسوس ڪرڻ کان پوءِ ڪچائيءَ جي بربادي شروع ٿيندي آهي. ائين مذهبن جي وحدانيت سان ڀرپور انقلابي تصور جي تشريح پهريون پيرو عرب عالمن ڪئي.

اها حقيقت پڌري پٽ آهي تہ عرب عالمن جي جدوجهد جو عروج ابن رشد تائين ڇيهہ ڪري ٿو. ڇو تہ هي اعليٰ انسان انهن هستين منجهان هڪ آهي جيڪي نائين صدي کان تيرهين صدي تائين پنهنجي ڏاهپ جي پورهئي جي آڏار تي ان کان اڳ جي ڏاهن ۽ فيلسوفن جي سلسلي جي هڪ مضبوط ڪڙي آهي. انهن مڙنئي لکڻين يا تعليمي سلسلي کي ڏسبو تہ ان ۾ انقلابي جوهر جو ڳانڍاپو اسلام جي مکيہ اصولن سان نظر ايندو ۽ ان ۾ واڌارو يا حاصلات جو ذريعو (خدا جي تلوار) بڻي .

عربن دنيوي وهنوار ۽ روحاني وحدانيت کي سگهارن بنيادن تي قائم ڪرڻ ۽ اقتصادي خوشحالي خاطر هڪ نئين ڪلچر معرفت پنهنجي فڪر کي واڳي ڇڏيو. ائين مسلمان صدين تائين ٻين کان پرائيندا رهيا ۽ خاص ڪري يونان وارن کان. جنهن ڪري، هوُ علم جي هر هڪ شاخ ۾ آزاد خيالي جي آبياري ڪندا رهيا .

الڪندي عرب فيلسوفن ۾ سڀ کان آڳاٽو ليکي سگهجي ٿو. هو آزاد خيال عباسي حڪمرانن جي دارالحڪومت ۾ رهندو هو ۽ سندس شهرت نائين صدي جي اڳياڙي ۾ ٿي. سندس فلاسافي پڙهائڻ جو دارومدار علم حساب جي منطق سان ڳنڍيل هو. ڇا ڪاڻ تہ علم حساب

جي معرفت ئي بيڪار قياس آرائي ۽ منجهيل سوچ ڪي (دليل) جهڙي مضبوط ڪارج سان رد ڪندي سچائي جي اصولن پٽاندر مثبت ۽ منطقي نتيجا حاصل ڪرڻ سان هو. جنهنڪري انهن اصولن جي پيش بندي ڪندڙ استاد عزت ۽ احترام لائق چئي سگهجن ٿا. جن جي مهابي فرانسز بيڪن ۽ ڊيڪارٽ گذريل ست سو ورهين کان (جديد فلسفي) جي رهبرن طور سڃاتا وڃن ٿا. پر اڄ به عالم ۽ داناءَ جيڪڏهن ڪٿان به لاڀ حاصل ڪن ٿا ته وري به ڏاهپ جو ساڳيو پنڌار آهي جيڪو عربن هڪ هزار ورهيه اڳ ڳڌ ڪيو هو .

انهيءَ ساڳئي سلسلي جي نشاندهي ڪندڙن ۾ الفارابي جيڪو پوپان اينڊڙ صدي جو رهواسي ۽ دمشق ۾ درس ۽ تدريس ڏيندو هو. هن جي ارسطو تي لکيل شرح صدين تائين سند طور پڙهائي ويندي هئي. الفارابي ميڊيڪل سائنس ۾ چڱي خاصي سرسي حاصل ڪئي . راجر بيڪن به علم حساب جي سکيا ڪائنس وَرتي .

ڏهين صدي جي پوئين اڌ ۾ ابن سينا جي آمد ٿي. هن جو واسطو بخارا جي هڪ سڪئي ۽ شاهوڪار گهراڻي سان هو جيڪو واپار جي حوالي سان ملڪان ملڪ مشهور ٿيو.ابن سينا علم حساب ۽ علم طبيعات تي گهڻو ڪجهه لکيو پر کيس شهرت علم طب /ميڊيڪل سائنس جي ڪري ملي. جڳ مشهور ميڊيڪل اسڪول سيلرمو (Salermo) به سندس يادگار شاهڪار هو ۽ علم طب تي لکيل ڪتاب به يورپ ۾ سورهين صدي تائين درس طور ڪتب آندا ويندا هئا. ان عظيم انسان جون فيلسوفيانه لکڻيون ايتريون ته روشن خيال هيون جو بخارا جو آزاد خيال امير به تقليد پرست عالمن جو دٻاءُ برداشت ڪري نه سگهيو.جيڪي ابن سينا جي سيڪيولر لکڻين کي بدناموسي طور استعمال ڪري رهيا هئا. آخر لاچار ٿي ابن سينا پنهنجي سرپرست جي درٻار منجهان روانگي اختيار ڪئي ۽ عرب بادشاهتن ۾ مسافري

ڪندي بہ علم طب جي تعليم سان گڏوگڏ فلسفو پاڙهيندو رهيو.

يارهين صدي ۾ ابن الهيثم آهي جيڪو اڄ تائين بہ سائنس جي ميدان ۾ اهم جاءِ والاريندو اچي ٿو. ڇو تہ علم نظر بابت کوجنا ڪرڻ ۾ سندس خاص مقام آهي. هن علم نظر بابت، ڄاڻ يونانين کان حاصل ڪئي جن جو خيال هئو تہ روشني جا ڪرڻا ڪنهن بہ وِٿُ کي ڏسڻ لاءِ اک منجهان نڪرن ٿا. پر هن جاميٽري جي وسيلي ثابت ڪيو تہ جسم مان روشني جا ڪرڻا نڪري اک جي ماڻڪي تي اثرانداز ٿين ٿا، ان ڪري سائنسي تواريخدانن جي اهڙي راءِ کي بہ چڱو چوکو وزن ملي ٿو تہ ڪيپلر جيڪا علم نظر بابت شاندار کوجنا ڪئي ان جو سلسلو ساڳئي عرب سائنسدانن سان ڳنڍجي ٿو.

ان ساڳي صديءَ جو الغزالي بہ رهواسي آهي جيڪو اندلس جي هڪ واپاريءَ جو پٽ هو. هي صاحب انهن پيش بندي ڪندڙن مان صف اول جو ماڻهو آهي، جن ڊيڪارٽ جي خالص (سچ) تي پاڙڻ جي بنسبت خود شعوري ( self consiousness) کي وڌيڪ ترجيح ڏني. الغزالي انهن ڏاهن منجهان هڪ آهي. جيڪو قديم ۽ جديد سيڪيولر خيالن ۽ ويچارن ۾ پُل جو ڪم ڏئي ٿو. فلسفي جي ميدان ۾ اڻ وسرندڙ پورهئي بابت اڇو تہ سندس زباني ٻڌون: (جڏهن مذهب منجهان دلجمعي حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيس تہ ڪنهن بہ اعليٰ هستيءَ جي اقتدار جي سوچ کي ذهن جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڪوري ڪپي ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏيم ۽ انهن سيني قياس آراين کي بہ پٺي پر اڇلائي ڇڏيم جيڪي ٻالجتيءَ کان وٺي ذهن ۾ پيريل هيون. ان ڪري منهنجي سامهون هڪ سنئون سڌو مقصد ۽ مراد آهي تہ وٿ جي سچائي سمجهڻ: هاڻي مون کي سُڌ پئي آهي تہ اهڙي علم يا ڄاڻ جو هئڻ ضروري آهي جنهن وسيلي ڪنهن بہ وٿ يا مقصد جي تشريح ڪري سگهجي ، جيئن آئنده مستقبل لاءِ ڪنهن بہ شڪ شبهي جي گنجائش نہ هئڻ جي برابر هجي . جڏهن،

هڪ پيرو منهنجي ذهن قبول ڪري ڇڏيو تہ ڏهن جو انگ ٽن کان مٿي آهي، جيڪڏهن ڪو بہ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري تہ ٽن جو انگ ڏهن کان مٿي آهي ۽ ان لاءِ هو نانگ منجهان نوڙي بڻائڻ جهڙو معجزو بہ سر انجام ڏئي تہ بہ سندس غلطيءَ بابت منهنجو ويساهہ پڪو پختو رهندو. ها هن جي حرفت ۽ ڪاريگري گهڙي کن لاءِ منهنجي ذهن تي پنهنجي قابليت جو ڏاڪو ويهاري سگهي ٿي پر ان هوندي بہ منهنجي ڄاڻ ۾ ڪو بہ تر برابر شڪ پيدا ٿي نہ سگهندو. )

ائين علم جي تيز ڄاڻ حاصل ڪرڻ جا اصول جيڪي لڳ ڀڳ هڪ هزار ورهيہ کن اڳ مسلمان عالمن ٻڌايا هئا، اهي اڄ بہ ايتري ئي حيثيت ۽ درجو رکن ٿا، جو سائنسي منطق کي جنهن ريت انهن سينگاري سنواري نشانبر ڪري بيهاريو سو اڄ جي ويهين صدي جي هندوستانين ۾ بہ ڇڏو نظر اچي ٿو جن پنهنجي مٿان (روحانيت) جي جادو جنتر، ٺڳي ۽ فريب کي مڙهي ڇڏيو آهي ۽ لاشڪ تہ اهي عنصر سائنس جي سچائي آڏو رنڊڪ بڻجي بيٺل آهن.

الغزالي تہ ڄاڻ بابت، اجان بہ وضاحت ڪندي چوي ٿو تہ اها علم حساب وانگر تُز پد تڏهن حاصل ڪري ٿو جڏهن مشاهدي جي بنيءَ مان سندس گذر ٿئي ٿو ۽ ان کي قطعي ۽ لاجواب اصولن جي پٺڀرائي ملي ٿي.هو ان راءِ جو هو تہ اڻ تڪراري اسم جهڙوڪ ايمان ۽ يقين فقط حواسن وسيلي محسوس ڪري سگهجي ٿو ۽ ڀڳو سچائي جي چاهت بہ مصيبت جو باعث بڻجي سگهي ٿي. الغزالي دليل جي روشنيءَ ۾ يقين ۽ ويساهہ کي ڳولي لڌو. الغزالي جي اهڙي سوچ بابت هر هڪ تپرس ۽ عجب ۾ پئجي وڃي ٿو سندس دور ۾ جڏهن تہ مذهبي ماحول مڪمل طور اڻ سهپ ۽ جنون جي گرفت ۾ وَرتل هو. تنهن هوندي بہ الغزالي جي (شڪ) وارن راين کي سموري مسلم دنيا ۾ پڙهايو ويندو هو.

تواريخ ۾ هن فيلسوف جي مان ۽ مرتبي بابت نامياري فرينچ

مشرق دان رينان جي وزندار راءِ آهي تہ جديد (تشڪيڪ) جي فلسفي جي مهندار هيوم ان ۾ ايترو گهڻو اضافو ڪونہ ڪيو آهي جيڪو الغزالي سوڏو ٻيا عرب فلاسافر ست سو ورهيہ ڪائنس اڳ درج ڪري ويا آهن. اسان ڪي ويتر الغزالي جي سوچ ۽ فڪر, تورايخ جي روشني ۾ وڏيڪ اهميت ماڻيندي نظر اچي ٿي. ڇو تہ هيوم جي (تشڪيڪ) واري عنصر ڪانٽ جي تنقيدي فلسفي (Critical Philosophy) لاءِ ميدان هموار ڪيو جنهن قياس آرائي ۽ عقيدن جي پاڙن تي ڪهاڙي جو ڪم ڪيو. پر الغزالي جي سوچ ۽ فڪر پنهنجي دور ڪان اڳ جا هئا. تجرباتي سائنس (Practical Science) جنهن جو ذڪر ڪيو اٿس, اها اجان تائين ممڪن ڪانہ بڻي هئي. انڪري ٽيڪنالاجي جي اڻ هوند يا بانبڙا پائڻ جي جمار ۾ فطرت جي شين جو علم حساب جي ڪسوٽي تي پرک ڪرڻ فلاسافرن لاءِ ڏکيو وهنوار هو. الغزالي, پڇاڙي ۾ تصوف ڪان متاثر ٿيو پر هن جو زوال ڪانٽ جهڙو نہ ٿيو. ان لاءِ ائين چئي سگهجي ٿو تہ ظاهري خامين ۽ دٻاءَ, عرب فيلسوف جي اپ ڏانهن اڏام ڪي جهيٽو ڪري ڇڏيو ۽ ان جي برعڪس ڪانٽ جي اندر ۾ ويٺل طبقاتي مفاد جي رغبت, سندس ذهانت جي مٿان ڇانئجي وئي.

ابوبڪر رازي جيڪو پڻ ٻارهين صدي جو رهندڙ آهي. اهو پهريون هيئت دان (Astronomer) آهي جنهن بطليموسي قياس آرائي ڪي رد ڪيو. رازيءَ راءِ مطابق گرهن /سيارن جو سرشتو آسمان ۾ گردش جو هڪ اڻ ڪٽ سلسلو آهي. رازيءَ جي ڪوجنائن تي برونو, گيليلو ۽ ڪوپر نيڪس وڏيڪ تحقيق ڪئي. ابوبڪر جي ڪوجنا موجب سرشتن جي اندر ڇر پر جو عمل ايڏو تہ مڪمل ۽ جامع آهي جو غلطيءَ جي گنجائش جو سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي. پر ابوبڪر پنهنجن ڪوجنائن کي ڪنهن لکٽيءَ جي شڪل ڏيڻ ڪان اڳ گذاري ويو. هن جي شاگرد (Albertusmagnus) سندس تعليم کي عام جام ڪيو تہ

جيڪي گره /سيارا آهن سي باقاعدگيءَ سان گردش ۾ رهن ٿا. ائين مجموعي طور وچولي دور ۾ انهيءَ قياس آرائي کي هيئت داني جي حوالي سان قيمتي سرمايو سمجهيو ويو. اهڙي ريت مسلم فيلسوفن جي تعليم نہ رڳو مقدس ڪتابن ۾ ڪائنات جي جوڙجڪ ۽ ستاءَ جي ذڪر کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو پر خانقاهن تي بہ سنئون سڌو اثر پيو. ائين راجر بيڪن ۽ سندس مخالف (Albertusmagnus) پڻ هيئت داني جي زمري ۾ البطرس جا ٿورا ميجيا. اصل ۾ مجموعي طور فلسفي متعلق ابن رشد جي جاکوڙ کي بنان ڪنهن وڏاءَ جي اعليٰ ۽ اتم چوڻ ۾ ڪابہ هٻڪ محسوس ڪانہ ٿئي ٿي جنهن بابت اڳ ۾ ذڪر ڪري آيا آهيون. هي صاحب ان دور جو رهاڪو آهي جڏهن تواريخي نقطہ نگاهہ کان اسلامي ڪلچر ۾ هڪ موڙ اچي رهيو هو. انت تہ ٻارهين صدي ۾ اهڙيون قوتون سگهاريون ٿيڻ لڳيون هيون جيڪي سوچ ۽ ترقيءَ جي مٿان حاوي پئجي رهيون هيون، اسلامي ڪلچر اڳواٽ ئي زوال پذير ٿي رهيو هو .

ائين سوچ ۽ فڪر جي آزادي جيڪا انهن خانہ بدوش ٽولن جي وسيلي پنهنجي عروج جي آسمان تي پهتي تہ اُن جو ٽڪراءُ وري بہ دنيوي دلچسپي رکندڙ مذهبي مُهندارن سان ٿيو. ڇوتہ اسلام جي مثبت ۽ انسان دوست شاندار جدوجهد جنهن پنج سو ورهين جي عرصي ۾ هڪ ڦلدار درخت جي شڪل اختيار ڪئي، جنهن کي ابن رشد پنهنجي قابليت سان مختصر لفظن ۾ سموهي پيش ڪيو تہ: ”دليل جي معرفت ئي (سچائي) جي حقيقت ملي سگهي ٿي.“ نتيجي ۾ قرطبہ جي سلطان المنصور درٻاري عالمن جي زور بار پوڻ تي انهن لکڻين کي ناستڪي ڄاڻائي ساڙڻ جو فرمان جاري ڪيو. ائين اسلام جي شاهڪار علمي سلسلي کي لعنت ۽ ملامت جي نشاني بنائڻ سان بگاڙڻ ۽ مسخ ڪرڻ جو دروازو کلي پيو. جنهنڪري اسلام جو انسان

ذات جي ترقي بابت ڪردار جهڪو ٿيڻ لڳو ۽ اڻ سهپ، چسائپ ۽ ڪٽر پڻ جو هٿيار بڻجي ويو. اسلام پنهنجي تواريخي ڪردار مطابق پاڻ کي ماضي جي ٻن قيمتي ۽ شاهڪار پر زوال پذير شهنشاهيتن جي تباهه حال آثار ۽ اونداهي جي غفائن ۾ لڪل مذهبي گرفتن کان ته آجو ڪرائي ڇڏيو پر پنهنجن جي ويساهه گهاتي واري جبلت کان بچي نه سگهيو ۽ نه اڳتي هلي ترڪيءَ جي وحشي حمله آورن ۽ منگولن جي ڦرلٽ ۽ هٿ چراند کان بچي سگهيو.

ائين اسلام پنهنجي تواريخي ذميواري تان ئي هٿ ڪڍي ويو. ابن رشد کي قرطبه جي ڪورٽ منجهان نيڪالي ڏني وئي. جيڪا صدين کان آزاد خيالي جو اهم مرڪز هئي. هن جي لکڻين کي باهه جي سپرد ڪيو ويو. جيڪڏهن ڪجهه تحريرون ساڙڻ کان بچي ويون ته بي رحم عالمن جي فتوائن ۾ رد عمل جو نشانو بڻيون. مطلب ته عقل ۽ علم جي مٿان ڪفر ۽ بدعت جا تالا هنيا ويا. ان ڪري ابن رشد ۽ سندس استاد ارسطو جي نالن کي لعنتي ۽ ملامتي ڄاڻايو ويو. وقت جي وهڪري هڪ اهڙي صورتحال کي اُڀاري مٿي آندو جو رجعت پرست مسلمانن جي نظر ۾ فلسفو ڪفر ۽ بي ديني هو. جنهنڪري ڪوڪلي روحانيت جي غوغاءَ ۾ اضافو ايندو رهيو. پوءِ به پنج سو ورهين جي عرصي ۾ مذهبي سهپ ۽ رواداري جو ايترو زوال ڪونه آيو جيڪو هن کان اڳ عيسائي مذهب جي نالي ۾ آيو هو. بهرحال ابن رشد کي پنهنجن ئي ماڻهن مڃتا ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ائين چئجي ته جيڪي مستقبل جا امين ۽ مُهندار هئا، انهن کي برطرف ڪيو ويو. ائين يورپ ۾ ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ عقيدي ۽ عقل، جهالت ۽ فڪر جي آزاديءَ وچ ۾ هلندڙ جنگ يورپ کي ته روشن ڪيو پر چرچ جي بنيادن کي لوڏي ڇڏيو. اهو سڀ ڪجهه عرب فيلسوفن مان اتساهه جي ڪري عمل پذير ٿيو . جنهنڪري ابن رشد ۽ سندس سائنسي نظريا يورپ جي مٿان سڄا سارا ڇَار سَو وَرهيه ڇانيل رهيا .

باب ستون

# اسلام ۽ هندوستان

جيتوڻيڪ هندوستان ۾ اسلام جي آمد ان زماني ۾ ٿي جڏهن هو پنهنجو ترقي پسندانه ڪردار ادا ڪري چڪو هو ۽ سندس سرواٽي ڪندڙ قوتون عرب جي تهذيب ۽ ڄاڻ جي سگهه حاصل ڪرڻ واري مرتبي کان محروم ٿي ويل هيون، پوءِ به انقلاب جا ڪجهه بنيادي اهڃاڻ سندن جهنڊن تي اڪريل هئا. تواريخ جو تنقيدي جائزو ٻڌائي ٿو ته مسلمان فاتحن جي هندوستان ۾ آمد جا ڪارڻ به ساڳيا هئا جيڪي کين ايران ۽ ڪرستان (عيسائي) ملڪن تي چڙهائي وقت درپيش هئا. هونئن اهو سمجهڻ گهرجي ته انسان ۽ سندن قديم تهذيبون ۽ تواريخ تمام سولائيءَ سان نيست ۽ نابود ڪونه ٿينديون آهن، جيستائين پرڏيهي حملي آور ڏيهي ماڻهن جو سهڪار ۽ پٺڀرائي حاصل ڪرڻ ۾ سڦلتا نه ٿا ماڻين. هندوستان ۾ برهمڻي ڪٽرپڻ ، ٻڌڌرم جي انقلاب مٿان پاڻي ڦيري ڇڏيو ۽ عوام جي اڪثريت کي برهمڻن جي ظلم هيٺ هڄُ ڪري وڌو ۽ نتيجي ۾ انهن وٽ اسلام جو آڌرڀاءُ ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو به چارو ڪونه رهيو هو.

سنڌ تي محمد بن قاسم جي هٿان فتح تڏهن يقيني بڻي جڏهن سندس سهڪاري ڌرين ۾ جاٽ ۽ اهي زرعي جاتيون شامل ٿيون، جيڪي برهمڻ حاڪمن جي اره زور آورين جو نشانو بڻيا هئا. هن (ابن قاسم) به سنڌ ملڪ کي فتح ڪرڻ کان پوءِ ساڳي حڪمت عملي اختيار ڪئي جيڪا عرب فاتح ٻين ملڪن ۾ اختيار ڪندا پي آيا.

(هن. برهمڻن کي پاڻ وٽ نوڪرين ۾ رکيو ته جيئن سندن اعتماد بحال ڪري سگهي. هن کين اجازت ڏني ته پنهنجن مندرن جي سار سنڀال ۽ مرمت جو ڪم پاڻ ڪن، ۽ پنهنجي مذهبي رسم ۽ رواج جي پيروي به ساڳي نموني ڪن جيڪا اڳ ۾ ڪندا اچن پيا، ان کان سواءِ روينيو جي وصوليءَ لاءِ اعليٰ عهدن تي مقامي ماڻهن کي سندن قابليت مطابق مقرر ڪيو ويو ۽ مروج انتظامي امورن جي به واڳ سندن هٿن ۾ ڏني وئي. (هند جي تاريخ – ليٿ ۽ ڊائوسن) ان پاليسيءَ جو نتيجو اهو نڪتو ته ڪيترائي برهمڻ پڻ مسلمان فاتحن سان ملي ويا. ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته ملڪ جون سماجي حالتون تسلي جوڳيون ڪونه هيون. سنڌي سماج مڪمل طور پيچ ڊاهه جي هڪ اهڙي دکدائڪ دور مان لنگهي رهيو هو. اهو سڀ هڪ جوابي انقلاب جو رد عمل هو. لاشڪ ته دروازي تي دستڪ ڏيندڙ انقلاب کي مخالف قوتن معرفت شڪست ملي پئي سگهي پر انهن قوتن جي وَس ۾ ڪونه هو ڇو ته سماج جنهن شڪست وريخت جي عمل مان گذري رهيو هئو ان جو تدارڪ ڪرڻ سندن وَس ۾ ڪونه هئو. جنهنڪري انقلاب اڻ ٽر بڻجي پيو هو. هندوستان ۾، ٻڌ انقلاب کي مات ڪانه آئي هئي پر اندروني خامين ۽ اوڻاين جي ڪري لاپائتي موٽ ڪانه ملي سگهي . سماج ۾ ردوبدل آڻيندڙ ڏريون ايتريون سگهاريون ڪونه هيون جيڪي آيل انقلاب کي ڪاميابيءِ ڪامرانيءَ سان هم ڪنار ڪري سگهن. نتيجي ۾ ٻڌازم جي زوال کان پوءِ هندوستان بدترين اقتصادي ۽ سياسي تباهي جي طوفان ۾ گهيرجي ، فڪري بدنظمي ۽ روحاني ڇڙواڳي جي وَر چڙهي ويو. عملي طور سڄو سماج پيچ ڊاهه ۽ تباهيءَ جي بدبودار ۽ ڏکوئيندڙ گهيراءَ ۾ اچي ويو. اهڙي صورتحال ۾ پيڙجندڙ عوام هڪدم اسلام ڏانهن متوجه ٿيڻ لڳو ڇو ته اهو (ان وقت جو مسلمان قابض حڪمران طبقو) کين جيڪڏهن سياسي آزادي گهٽ ڏئي رهيو هئو ته هوڏانهن سماجي مساوات جي آڇ

ڪري رهيو هو. ان ڪان سواءِ مٿيان طبقا بہ پنهنجي مفادن خاطر پرڏيهي حملہ آورن سان سهڪار جو هٿ وڌائي رهيا هئا. اهو سڀ ڪجهہ اسان جي آڏو هڪ اهڙي صورتحال کي واضح ڪري بيهاري ٿو تہ جڏهن عوام سماج مان بيزار ۽ لاتعلق بڻجي پوندو آهي تہ مٿانهن طبقن جي مغزن ۾ ميچالن مان بہ واءُ نڪري ويندو آهي.

جيستائين هندوستان ۾ اسلام پکڙجڻ جوسبب آهي تہ ان بابت قديم هندو ڪلچر جي هڪ سخت گير ليکڪ هيول (Havell) جو ذڪر ڪرڻ مناسب لڳي ٿو. هي صاحب جيڪو ڪنهن بہ لحاظ کان مسلمانن لاءِ دل ۾ ڪوبہ نرم گوشو نہ ٿو رکي سو جيڪا بہ ٽيڪاٽپڻي ڪري ٿو سا دلچسپي کان خالي ڪونهي: "انهن جڏهن اسلام قبوليو تہ کين هڪ مسلمان شهريءَ برابر حَقَ حاصل ٿي ويا ۽ آريائي قانون جي برعڪس، قرآن مطابق سيني مسئلن ۽ مونجهارن کي طئي ڪيو وڃڻ لڳو. اهو طريقو خاص ڪري پنتي پيل جاتين ۾ مقبول ٿيو جيڪي برهماڻي قاعدي قانون ۾ (اڇوت) طبقو سڏجي رهيا هئا"

(Aryan Rule in India)

اهي مٿيان گفتا اهڙي ماڻهوءَ جي ز باني ڪنهن بہ لحاظ کان دلجمعي جوڳا چئي نہ ٿا سگهجن، جيڪو شعوري طور برهمڻ قانون جي بالادستيءَ ۾ پڪو پختو ويساهہ رکندڙ هجي. بهرحال، انهيءَ زماني جي حالت بڌائي ٿي تہ مسلمانن جي آمد وقت، هندوستان ۾ اهڙن ماڻهن جو ڪثرت سان انگ موجود هئو جن لاءِ برهمڻ ڪترپڻ سان ناتونيائڻ جي لاءِ نالي ماتر دليل موجود هو ۽ ائين ڪٽي چئجي تہ اهي ماڻهو هڪيا تڪيا ويٺل هئا تہ صدين جي (پيچ ڊاهہ جو شڪار) آبائي ورثي کان آجو ٿي، اسلام جي مساوي اصولن جي پاڇي ۾ وڃڻ گهرجي. ڇوتہ اسلام کين هندوڌرم جي نالي ۾ قائم ڪيل ڏاڍ ۽ جبر کان بچائڻ جو ذريعو هو.

هڪ ٻئي هنڌ ساڳيو ليکڪ هيول پنهنجي لکڻين ۾ رسولِ عربي

جي روحاني قدرن ۽ تعليم کي تنقيد جو نشانو بڻائي ٿو پر ساڳي وقت هندوستان ۾ انهيءَ تعليم ۽ قدرن جي ڦهلاءِ بابت راءِ زني ڪندي چوي ٿو : "اهو اسلام جو فلسفو نہ پر اسلام جو (Social Order) سماجي سٽاءُ هئو جنهن هندوستانين جي دلين ۾ پنهنجو مذهب مٽائڻ ۽ اسلام قبول ڪرڻ جي اڻ تڻ پيدا ڪئي." هونئن اهو سچ آهي تہ عام ماڻهن لاءِ فلسفو ڪابہ ڪشش ڪونہ ٿو رکي پر سماجي سٽاءَ ئي اهميت رکي ٿو. ڇوتہ اهو پروگرام /سٽاءَ مروج اصولن هيٺ زندگي گهارڻ جي برعڪس وڏيڪ ڪارائتو رستو ٻُڌائي ٿو. انڪري غلط فلسفو جيڪو حياتيءَ جي ردوبدل ۾ رجعت پرستيءَ سان لاڳاپيل اصولن جي پوئواري ڪري ٿو سو نہ رڳوماڻهن جي سهائتا کان وانجهيل رَهي ٿو پر مصيبتن ماريلن جي ڳچي ۾ ڳٽ بڻجي پوي ٿو. ائين جيڪڏهن اسلام جي سماجي پروگرام هندوستاني ماڻهن ۾ جاءِ پيدا ڪري ورتي تہ ان جو مکيہ ڪارڻ اهو هئو تہ ان جي پروگرام ۾ شامل فلسفو هندو فلسفي جي ڀيٽ ۾وڏيڪ جاندار هو جيڪو ماڻهن کي سماجي مصيبتن مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ جو نقيب بڻجي هندوستان ۾ نمودار ٿيو هو" انهيءَ مٿين بيان معرفت هيول مڃي ٿو تہ تيرهين ۽ چوڏهين صدي عيسوي ۾ جڏهن اسلام هندوستان ۾ ڪشش جو ڪارڻ بڻجي رهيو هئو تہ ان زماني ۾سماجي انقلاب جو ڪردار هرويرو بہ ادا ڪونہ ڪري رهيو هو. پر اهو ڄڻ تہ سماجي انقلاب جو هڪ اولڙو ڇئبو جيڪو هندوستانين جي اندر تي اثر انداز ٿي رهيو هو. تحقيق تہ اهو اسلام جي زوال ۽ ڀيچ ڊاهہ جوزمانو هو پر پوءِ بہ اسلام روحاني، نظرياتي ۽ سماجي ترقيءَ جو هندو رجعت پرستيءَ کان وڏيڪ حامي هو.

هيول کي هندوستاني ۽ يورپي ڪلچر جي ڏِسَ ۾ هڪ ذهين ۽ ناليرو شخص ڇئي سگهجي ٿو.پر ٻي پاسي مسلمانن متعلق پنهنجي دل ۾ لڪل ڪدورت کي لڪائي بہ ڪو نہ ٿو هن جي تحرير کي ائين

چئي پنيءَ پر اچلائي نہ ٿو سگهجي تہ هندن ڏانهن سندس جهڪاءُ ڪجهہ وڏيڪ آهي. اهو سچ آهي تہ سندس لاڙو هندن ڏانهن سرس آهي، انڪري اهڙو تواريخ دان جيڪڏهن پنهنجي لکڻين وسيلي هندوستان جي ماضيءَ تي وڏيڪ بدمزگي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري تہ اهڙي سوچ رکندڙ تي افسوس ڪرڻ کان سواءِ ڇا ٿو ڪري سگهجي . هي لکي ٿو: (هندوستان ۾ مسلم فاتحن جي فتح اسلام جي آمد جا ڪي بہ ظاهري سبب ڪونہ هئا. ان جو مکيہ ڪارڻ آرياورت جي ٻاهہ ڏُوهہ جو عمل آهي. جيڪو هريش جي مرڻ کان پوءِ شروع ٿيوائين نبي ﷺ جي سماجي سٿاءَ ۽ سهڻي سلوڪ هرهڪ ديندار کي روحاني طور مساوي درجو ڏنو. اسلام حقيقت ۾ هن دنيا ۾ انسان ذات لاءِ معقول ۽ خوشحال زندگي گذارڻ جومناسب طريقو هو. اسلام جي هندوستان ۾ آمد ان مهل شروع ٿي جڏهن ٻڌ ۽ برهمڻ فلسفن ۾ سياسي طور ڇڪتاڻ عروج تي پهتل هئي ۽ برهمڻ ڪٽر پڻ اتر هندوستان ۾ ورهاست جو ڪارڻ بڻجي رهيو هو.“ ( حوالو: ساڳيو)

هونئن بادشاهہ هريش ورڏن ستين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري گذاري ويوهو. مطلب تہ هندوستان ۾ سياسي ڀيج ٻاهہ جي ابتدا ان دور ۾ ٿي جڏهن اسلام جي عروج تي رهيو هو. ڪنهن بہ بادشاهہ جوموت ڪيڏو بہ اهم ۽ ڏکوئيندڙهجي پر اُن ڪري تواريخ ۾ڪنهن خاص موڙ ۽ اهميت جي نشاندهي ڪونہ ٿي ٿئي. ائين اهو سلسلو صدين کان جاري آهي. ٻڌ انقلاب وقتي طور رنڊڪ بڻجي آيو ۽ تمام تيزيءَ سان شڪست پذير ٿيو. جيترو ڪرستان خانقاهن سان ٿيو.

هندستان ۾ ٻڌمتَ جي معرفت تياڳ حاصل ڪرڻ سبب ڀيج ٻاهہ ۽ سماج ۾ اٿل پٿل جو عمل مسلمان حملہ آورن لاءِ اوتروئي سودمند ثابت ٿيو. محمود غزنوي جي حملي بابت هيول لکي ٿو: ”محمودي فوجن جو سوڀارو ٿيڻ جو گهڻي ڀاڱي ڪارڻ سندس دٻدٻو ۽ شهرت هئي پر ان

سان گڏوگڏ اتر اولهه جي ويڙهاڪن لاءِ وڏيڪ ڪشش جو باعث پڻ. چو تہ جنگ انهن لاءِ هڪ مذهبي فرض، فتحمندي ۽ اتساهه جو ذريعو هئي.“ محمود جي اها معرڪہ آرائي گهڻي ڀاڱي مندرن ۽ زيارت گاهن جي مهنتن کان انهيءَ خزاني کي لٽڻ ۽ ڦرڻ جيڪو صدين کان غريب هندوستاني پيٽاطور جمع ڪرائيندا پي آيا. انهيءَ نئين صورتحال کي جڏهن ماڻهن اکين سان ڏٺو جن جو مذهبي لحاظ کان پنهنجن ديوتائن ۾ حد درجي جو ويساهہ هئو تہ انهن جو اعتماد ئي لُڏي پيو. انهن حالتن (مذهبي جذبات ۽ روحاني جبلتن) متعلق عام ماڻهن ۾ رد عمل پيدا ڪيو تہ ڪمزور ديو تائن جو پاسو وٺڻ جي بجاءِ وڏيڪ لازوال هستيءَ ڏانهن رجوع ٿيڻ گهرجي، چو تہ ان جي عبادت ڪرڻ سان وڏيڪ ثواب حاصل ٿيندو. صدين کان لکين ماڻهو انهن مافوق الفطرت ديوتائن جي مشهور مندرن جهڙوڪ: ٿانيسور، مٿرا ۽ سومنات ۾ پوڄا پاٺ ڪندا آيا پي. انهن مندرن جي مهنتن لکين ماڻهن کان هيڪاندو مال متاع، ديوتائن جي خوشنوديءَ جي نالي ۾ جمع ڪيو هو. پر اوچتو ئي اوچتو اهو سمورو ٽڪساٽ، بي رحم ۽ ڪٺور حملي آورن جي حملي سبب ڌهي ڍيهون ڍيهون ٿي پيو. جڏهن محمود حملي آور ٿيو تہ مهنتن ماڻهن کي چوڻ شروع ڪيو تہ حملہ آور ديوتائن جي غيض ۽ غضب جو شڪار ٿيڻ لاءِ پاڻ کي اچي ڦاسايو آهي. جنهنڪري عام ماڻهن کي يقين هئو تہ ڪونہ ڪو چمتڪار ضرور ٿيندو پر اهڙو ڪرشمو ”حملہ آورن جي خدا“ ڪري ڏيکاريو. چو تہ اهو طئہ ٿيل اصول آهي تہ ڪنهن بہ ڪرشمي يا چمتڪار تي ڀاڙي ويهڻ سان ويساهہ ۽ اعتماد ڇڙ تہ بي مقصد ۽ بي معنيٰ هوندو آهي. ان حوالي سان ٿورو مٿاڇري نظر وجهبي تہ ڏسڻ ۾ ايندو تہ جيڪي روايتي طور مذهبي ماڻهو هئا انهن سڀني اسلام قبول ڪيو.

جيڪڏهن تنقيدي نقطہ نگاهہ کان مسلمانن جي هندوستان تي

فتح جي ظاهري ۽ اندروني سببن جي ڇنڊڇاڻ ڪبي ته هڪ عنصر نظر اچي ٿو يعني عملي طور وڪ وڌائڻ. ڇو ته انهيءَ عمل جي عنصر سبب ئي اندر مان ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جي ڪيفيت کي ڪوري ڦٽو ڪري سگهجي ٿو. جنهن ڪري هڪ هندو پنهنجي پاڙيسري مسلمان کي گهٽ درجي جو شهري سمجهي ٿو. ان ڪري جيڪڏهن هندو جاتيءَ وارا قياس آرائي ۽ ڪٽر پڻ جي قيد مان پاڻ کي آجو ڪري وٺن ته انهن کي مسلمان فاتحن جا ڪيترائي تعميري ڪارناما به نظر ايندا. ائين هنن جي اندر منجهان حملہ آورن ۽ مفتوحن جي حوالي سان ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جو پارو به هيٺ لهي ايندو. ان لاءِ لازمي آهي ته هڪ سيبائتي ۽ انقلابي ڦير ڦار تواريخ جي حوالي سان اچڻ گهرجي، ٻي حالت ۾ فرقيواريت جو زهر ختم ٿي نہ سگهندو. ڇو ته جيستائين هندو ذهني طور مسلمانن کي هندوستاني قوم جو هڪ اڻ ٽٽ حصو نہ مڃيندو ۽ سندن ڪيل پورهئي ۽ محنت جي ساراهہ نہ ڪندو. جنهن جي مهابي ئي هندوستاني سماج هڪ مسمار ٿيندڙ تهذيب ۽ مايوس صورتحال منجهان ٻاهر نڪري آيو هو. ان ڪان سواءِ اسان مٿان فرض آهي تہ تواريخ کي بہ منطق ۽ روشن خيال نقطہ نگاهہ ڪان سمجهڻ جي ڪوشش ڪيون تہ جيئن وڏيڪ ڄاڻ ملي تہ مسلمانن جي فتح ڪان پوءِ ۽ هاڻوڪي دور ۾ پنهنجن بدبختين ۽ محرومين کي سمجهڻ ۽ سوڌڻ ۾ ڪامياب ٿيون.

هوڏانهن ٻي پاسي اڄوڪي دور ۾ اسان جا ڪجهہ مسلمان تہ شاندار ماضيءَ جي ڪردار کي ڇنبڙيا ٻيٺا آهن. انهن منجهان ڪجهہ صاحب تہ سهپ ۽ رواداريءَ جا سيئي ليڪا لتاڙي ويا آهن. جنهن جي قرآن وَرجاءُ ڪري تلقين ڪري ٿو . ان ڪري ئي تہ اسلام تواريخ ۾ هڪ اهم جاءِ والاري آهي. ڇو تہ بنيادي طور ڪٽر پڻ ۽ فرقيواريت جي عنصرن کي عرب فيلسوفن رد ڪيو آهي. پر ان ڪان پوءِ جيڪا رجعت

پرست مُلائيت جي شڪل يا وَري تاتارين جي وحشي جبلت اسلام ۾ شامل ٿي ان سندس اصليت کي مسخ ڪري ڇڏيو. هونئن اسلام، هندوستان ۾ اچڻ کان اڳ پنهنجو ترقي پسند دور پورو ڪري چڪو هو. ان جا جهنڊا سنڌو ۽ گنگا جي ڪُنڍن تي عرب انقلابي سُورمن ڪونہ کوڙيا هئا، پر شڪست خورده ايرانين ۽ وچ ايشيا جي ويڙهاڪن جڏهن اسلام قبول ڪيو تہ انهن اڳتي هلي محمد ﷺ جي نالي ۾ هڪ شاندار سلطنت جو پايو وِڌو. ان هوندي بہ اسلام جي ان لحاظ کان آجيان ڪئي وئي ڇو تہ اهو اميد ۽ آزاديءَ جو سنيهو انهن پيڙهيل طبقن لاءِ ڪٺي آيو هئو جيڪي برهمڻ مت جي ان جبر ۾ پيڙهجي رهيا هئا، جنهن بڌ انقلاب جون پاڙون پٽي ڇڏيون ۽ نتيجي ۾ سمورو هندوستان زوال جي ڪُن ۾ ڦاسي پيو. پر پوءِ بہ ايراني توڙي مغل، عربن جي روايتي ماڻهپي، سهپ ۽ لبرل ازم جي اصولن کان وانجهيل ڪونہ هئا. اهو ئي مکيہ سبب هئو تہ مختصر گروهن جي شڪل ۾ ڌورانهن ڏيهن کان لٽ ڦر جي نيت سان آيل ٽولا پاڻ کي هڪ وسيع ملڪ جا ڌڻي مڃي لاءِ جائز، حقيقي ۽ معتبر حڪمران ثابت ڪري سگهيا، ۽ سندن اوپري عقيدي کي بہ لکين ماڻهن قبول ڪيو. ڇاڪاڻ تہ انهن سماج جي ڪجهہ بنيادي ۽ جموديت ۾ وَرتل مسئلن ۽ مونجهارن کي ڏيان طلب ڄاتو. ايستائين اسلام جو انقلابي جوهر ڪنهن حد تائين مانيٽو پئجي ويو هو. پوءِ بہ هندو سماج جي مٿان پنهنجو اثر رسوخ ڄٽڻ ۾ ڪامياب ٿيو. انڪري ائين چوڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ هندوستان ۾ اسلام جي مضبوط ٿيڻ ۾ هٿيارن پنهوارن جي شهہ زوريءَ کان وڌيڪ اسلامي تبليغ، ترقي پسند فڪر ۽ سوچ جو وڏو هٿ آهي.

اهڙي صورتحال ۾ هيول جهڙو ڪٽر مسلم مخالف بہ مڃي ٿو: (مسلم سياست جا هندو سماج تي بہ طرفا اثر پيا. هن هڪ تہ ذات پات جي سخت گير طور طريقي جي خلاف مزاحمت جو اعلان ڪيو.

جنهنڪري اهڙو عمل هندو سماج ۾ رَهندڙ هيٺين طبقن لاءِ ڇڻ تہ عرب بدوين جي معرفت اميد جو ڪرڻو بڻجي آيو ان شودر کي هڪ آزاد انسان جو درجو ڏيندي ڇڻ تہ برهمڻ جي مٿان بہ ڪيس بالادستي بخشي ڇڏي. جيئن يورپ ۾ سجاڳيءَ جي لهر ڇڻ سوچ ۽ فڪر جي بيٺل پاڻيءَ ۾ ٽرٽلو مچائي ڇڏيو ۽ نتيجي ۾ اهڙا لائق انسان پيدا ڪيا جن ۾ ڪجھ ماڻهو تہ بي پناھ ذهانت جا مالڪ هئا. انهيءَ سجاڳيءَ جي طفيل هڪ سول سوسائٽيءَ جو اپرڻ اڻ ٽر بڻجي پيو. ڇو تہ ان صورتحال رولاڪن کي لڏ پلاڻ ڪرڻ لاءِ اتساهيو ۽ ساڳي ريت شودرن کي بہ پنهنجو ڳوٺ ڇڏڻ جو سڏ ڏنو. اها ڇڻ تہ انسان ذات جي ترقي ۽ خوشحاليءَ لاءِ هڪ نئين دڳ جي پيشقدمي هئي.

(Aryan Rule in India)

ائين مٿي ڄاڻايل روشن خيال بيان مان ثبوت ملي ٿو تہ ڪبير، نانڪ، ٽڪارام ۽ چيتنيہ جھڙن سماج سڌارڪن جو اچڻ جن پنهنجي پَرِ ۾ برهمڻي ڪٽر پڻ خلاف مزاحمت ڪئي سي گهٽي پاڳي اسلام جي سماجي خدوخال کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نہ سگھيا .

تواريخ جي اهڙي سچي حقيقت يا معلومات حاصل ڪرڻ کان پوءِ هندن جي مسلمانن ڏانهن هٺ ۽ وڏائي واري روش اجايو ۽ عبث آهي. اهڙي روش بنھ تواريخ جي بيحرمتي ڪرڻ جي برابر آهي، پر ان سان گڏوگڏ اسان جي ملڪ جي سياسي سٺاءِ کي پڻ سنڌائتو ڌڪ هڻي زخمي ڪري وجهندي. يورپ، مسلمانن کان تعليم ۽ ڄاڻ حاصل ڪئي تہ اڄ جي جديد تهذيب جو سرواڻ بڻجي ويو آهي. اڄ تائين يورپ جا لائق فرزند ماضيءِ جي انهيءَ احسان مڃڻ ۾ ڪوبہ شرم يا عيب محسوس ڪونہ ٿا ڪن. اسان جو هندوستان بدقسمتيءَ سان اسلامي ڪلچر جي انهيءَ شاندار وَرثي منجهان لاڀ حاصل ڪري نہ سگھيو آهي، ڇو تہ اسان ان پَد تائين رَسائي حاصل ڪري نہ سگھيا آهيون. ان

ڪري سجاڳي جي دور اچڻ جي اوسيئڙي ۾ پيير پساري ويهڻ بدران هندو ۽ مسلم جاتيون انساني تواريخ جي اهڙي اڻ وسرندڙ باب منجهان اتساهہ حاصل ڪري سگهن ٿيون . ڇوتہ اسلام جو انسان ذات جي ڪلچر جي واڌاري ۾ حصو پتي ادا ڪرڻ ۽ ان جي دل جي سچائيءَ سان ساراهہ ۽ ثنا ڪرڻ سان هندن جي هٺ ۽ وڏائي واري سوچ ڪي وائکو ڪرڻ سان گڏوگڏ ڪين آجپي ڏانهن وني ويندي تہ ساڳي وقت اچوڪي دور جي تنگ دل مسلمانن کي بہ هڪ ٻاٿ اونداهي مان ڪڍڻ لاءِ جُهد ڪرڻ برابر آهي تہ ڪين سچائي جي روح ۽ جوهر سان وڏيڪ ڏيٺ ويٺ ڪرائي سگهجي.

